# مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي

## قدس سره



توفيق احمد

مولوي محمد عظيم تاجران و ناشران ڪتب
شاهي بازار، شڪارپور سنڌ.

ڏکڻان ڏنو چنڊ، اتر تي عيد ٿي
جهڙو ڦڙيو جنڊ، گجي تو گرهوڙ تي

سوانح حيات

# شهيد گرهوڙي

رحمت الله عليه

مرتب




سائين بخش تاج محمد قبولائي



دفعه اول 2000ع قيمت:

پروپرائيٽر: توفيق احمد ولد نور احمد (مرحوم)
اداره: مولوي محمد عظيم ڪتب خانه
شاهي بازار شڪارپور سنڌ

# فهرست

# انتساب

آءُ هي محنت جو سرمايو پنهنجي پياري روحاني ياءُ، جناب عبدالجبار "جاني" پٽ صاحب طالب حسين، عبدالوحيد، حاڪم علي ۽ حزب الله جن جي خدمت ۾ انتهائي عزت ۽ محبت سان پيش ڪريان ٿو، هي ناچيز هميشه فرصت وقت سندس صحبت ۾ ويهي دلي سڪون حاصل ڪندو آهي. شال رب ڪريم اسان جو قرب ۽ محبت قائم رکي. آمين! يا رب العالمين

دعاگو

## سائين بخش قبولائي

تاريخ: ١١ ڊسمبر ١٩٩٥ع

مطابق ١٨ رجب المرجب ١٤١٦هه

بروز سومر

# نظر ثاني ڪندڙ طرفان
# ٻه اکر

سڀ کان پهريان آءٌ نوجوان پبلشر جناب توفيق احمد بن مرحوم نور احمد جو شڪر گذار آهيان جنهن اداره مولوي محمد عظيم ڪتب خانه شاهي بازار شڪارپور سنڌ طرفان معرفت محمد عثمان عباسي هن ڪتاب جو مسودو نظرثانيءَ لاءِ ڏنو. سرسري مطالعي کان پوءِ معلوم ٿيو ته محترم جوٺيجو سائين بخش قبولائي محنت تمام سٺي ڪئي آهي ڪيس جس هجي. ڪتابن جا حوالا جهجها ذڪر ڪيا اٿس پر منجهس ڪيترين ئي اوڻايون رهجي ويون آهن. سي گهڻي قدر ته درستي ڪئي وئي آهي.

شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ تي ١٩٥٦ع ۾ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي "ڪلام گروهوڙي" جي نالي سان ڪتاب شايع ڪيو هو. سندس ٻيو ايڊيشن وري ١٩٩٥ع ۾ ڇپيو آهي تنهن کان پوءِ علي نواز حاجن خان جتوئي "شهيد گرهوڙي جو سنڌي ڪلام" ڇپجي چڪا آهن. حقيقت ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي وارو ڪتاب ٻين ڪتابن کان بي نياز ڪري ڇڏي ٿو پر مرحوم به گهڻي قدر ضعيف ۽ بي سند روايتن جو سهارو وٺي غلط فهمين جو بنياد وجهي ڇڏيو آهي. جيئن ته گرهوڙي صاحب بابت هن عاجز جي سٺي تحقيق آهي اڄ کان ڪجهه سال اڳ مون بزرگ تي پي. ايڇ. ڊي جو مقالو پڻ لکيو پر خبر پئي ته ڪو نوجوان اڳير ئي ڪم ڪري رهيو آهي پر ايا تائين اها تحقيق به منظر عام تي نه آئي آهي، جڏهن ته سندس سوانح حيات، ديني مذهبي ۽ روحاني خدمتن کان سواءِ ڪيترائي سندس شعر، مڪتوبات، ملفوظات ارشادات، حڪايات، نوادرات، روحاني رموز ۽ نڪات پڻ موجود آهن. جن تي جديد انداز ۾ تحقيق ٿئي ته سون تي سهاڳو ٿيندو ڇو ته صوفي بزرگ، ولي، عارف، ڪامل، اديب، عالم، سگهڙ ۽ قلم ڌڻي اسانجي ڌرتي جو اهم سرمايو آهن تنهنڪري جيترو جلد ٿي سگهي ته انهن جي مواد کي سهيڙي مرتب

ڪجي جيئن ايندڙ نسل کي بي غبار ۽ تعميري ادب ملي سگهي.

گرهوڙي صاحب ڏانهن منسوب پيشن گوئي غلط آهي. جيڪا حقيقت ۾ مذڪوره ڪتاب علامہ جلال الدين سيوطيءَ جي فتوئي جو ننڍڙو رسالو آهي جيڪو پاڻ ۸۹۸هہ ۾ لکيو هئائين جنهن جو سچو نالو "الڪشف عن مجاوزة هذه الاء مه الف" يعني هن امت جي متان هزار ورهين جي گذرڻ جو چٽو بيان. انهيءَ ڪتاب ۾ علامہ سيوطيءَ اهو پڻ بيان ڪري ٿو تہ آثار هن ڳالهہ جي دلالتَ ڪن ٿا تہ هن امت جي مدت هزار سالن کان متي آهي پر زيادتي پنج سؤ ورهين کان زياده نہ ٿيندي. انهيءَ متعلق راقم جو هي رايو آهي تہ گرهوڙي صاحب مذڪوره ڪتاب کي بنياد بڻائي هن امت جي عمر وڌ ۾ وڌ چوڏنهن صديون قرار ڏئي اڳ ڪٿيون بيان ڪيون هجن ڇو تہ پاڻ پيشنگوئين ۾ تقريباً چوڏهين صدي تائين جو احوال ڏنو آهي والله اعلم. ليڪن هيءَ حقيقت ڄاڻڻ ضروري آهي تہ هي ڳجهہ جو علم آهي جنهن جي الله واحد کان سواء ڪنهن کي بہ تر جيتري سڌ نہ آهي. هي هڪ اندازو آهي جنهن ۾ مثبت ۽ منفي ٻئي عنصر شامل آهن. خود گرهوڙي صاحب بہ انهيءَ حقيقت جو اعتراف ڪندي آخر ۾ فرمايو آهي تہ:

"غيب جي خبر خاوند کي جو آهي مولو مختارا"

پروفيسر علي نواز حاجن خان جتوئي فرمائي ٿو تہ سندس ڪجهہ پيشنگوئيون من گهڙت آهن جيڪي مولوي احمد علي "مجذوبؒ" دل ڊورو نارائيءَ ۱۹۱۴ع ۾ ٺاهيون هيون. جنهن جي تائيد مرحوم امير احمد کهڙائي، مرحوم مولانا غلام محمد گرامي ۽ علامہ غلام مصطفيٰ قاسمي ڪئي آهي.

بحرحال مرتب جي محنت قابل قدر آهي. اميد تہ ڪيس علمي ۽ ادبي حلقن مان ڪيس مهان مانُ ملندو

فقط خادم

**مگريو رفيق احمد بازيدپوري.**

# مهاڳ

الا ان اولياء الله لا خوف عليهم ولا هم يحزنون

تعريف لائق آهي الله تعاليٰ جل شانه، جنهن بني آدم جي هدايت ۽ رهنمائي لاءِ انبيائن ۽ اوليائن کي موڪليو ۽ ڪروڙين صلواتون ۽ سلام ان جي پيغمبر محمد ڪريم ﷺ تي ۽ سندس اصحابن تي.

امابعد! گهڻي وقت کان وٺي مون خادم کي دلي تمنا هئي ته حضرت شمس العارفين، قبلة الطالبين، امام السالڪين، صاحب شريعت وطريقت، شيخ الاسلام، عاشق رسول ﷺ، عظيم صوفي شاعر، شهيد ميان عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره جي شان ۾ ڪو ڪتاب لکان. آخر ڪار ڪا ملن جي باطني مدد سان هي ڪتاب "سوانح حيات شهيد شيخ عبدالرحيم گرهوڙي" جو لکيم. حالانڪ آءٌ ليکڪ يا اديب نه آهيان. ان ڪري منهنجي لکڻ ۾ ڪيئي خاميون نڪرنديون. هن ڪتاب جي لکڻ جو مقصد صرف شهيد گرهوڙي صاحب ۽ مرشد گرامي، قطب عظامي، حضرت سلطان الاولياء قدس سره سان روحاني محبت ۽ معرفت آهي. جيڪا امڙ جيجل جي جهوليءَ کان نصيب ٿي آهي. ۽ بابا سائين جي خاص شفقت واري تربيت ۽ تعليم سبب اهڙن ڪاملن جي صحبت نصيب ٿي. شال رب ڪريم منهنجي والدين کي ظاهر ۽ باطن ۾ نجات ۽ عمر سعيد عطا ڪري. آمين يا رب العالمين.

بيشڪ نبين، ولين، ڪاملن، صالحن ۽ درويشن جي محبت ٻه هڪ انمول تحفو آهي ۽ سندن صحبت ڪيميا آهي. خدا پاڪ ۾ قوي اميد آهي ته مون گنهگار کي پنهنجن، دوستن جي جماعت ۾ شامل فرمائي آمين.

حديث پاڪ آهي: "المرء مع من احب" يعني: جن سان هن دنيا ۾ محبت هوندي ته آخرت ۾ انهن سان گڏ هوندو. انهيءَ فرمان جي نسبت سان

اي منهنجا موليٰ! انهن جو سچو عشق ۽ بي انتها محبت عطا فرماءِ. آمين! ڇاڻ ته گهرجي ته منهنجي هي پهرين ڪوشش آهي، جيڪا عاشق رسول، ايمان ۽ عرفان ۾ درياءِ بي ڪنار، شريعت ۽ طريقت ۾ بي نظير، مقام ۽ مرتبي ۾ بي مثل، ديني بصيرت ۽ سياسي تدبر جو مالڪ، فنا في الله ۽ بقا با الله ۾ رهندڙ جي احوال ۽ افضل اقوال تي مشتمل هي ننڍڙو ڪتاب سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ نمايان جاءِ ولاريندو ۽ عاشقن صادقن وٽ قبول پوندو.

پڙهندڙن کي هي عرض آهي ته هن ناچيز لاءِ دعاءِ خير فرمائي ته جيئن موليٰ ڪريم! هن مسڪين کي ٻنهين جهانن جي ڀلائي نصيب فرمائي آمين! پڇاڙيءَ ۾ عرض ته مان ادره مولوي محمد عظيم جي پروپرائيٽر جناب توفيق احمد ميمڻ جو شڪر گذار آهيان جنهن مون کي هن ڪتاب جي مرتب ڪرڻ جي ترغيب ڏيڻ سان گڏوگڏ پڻ ڪتاب کي شايع ڪري منظر عام تي آندو.

خادم

**سائين بخش قبولائي**

تاريخ: ٢٧ رجب المرجب ١٣١٦ ھ

مطابق ٢٠ ڊسمبر ١٩٩٥ع بروز اربع



مخدوم شهيد عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره
جي سوانح حيات ۽ ڪلام

## تعارف

قطب الاقطاب، غوث الاحباب، آفتاب ملڪ ولايت، شيخ الاسلام، شيخ المشائخ، صاحب الارشاد طريقہ عاليہ نقشبنديہ، شهيد اعظم مخدوم شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره العزيز، حضرت سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان قدس سره العزيز جو وڏو خليفو، پنهنجي وقت جو بي نظير عالم، عارف، شاعر ۽ ڪامل، مڪمل بزرگ ٿي گذريو آهي. ڇاپندي ئي ڄام هو. ننڍي هوندي کان ئي مطالعي جو شوق هوندو هوس ۽ ايتري قدر ظاهري علم ۾ تجربو حاصل ڪيو هئائين، جو ساري سنڌ ۾ نه ته ڪان ويندي ملتان تائين، سنڌس مقابلي جو ڪوبہ عالم ڪونہ هو. مباحثي ۽ مناظري ۾ ايڏو تہ دسترس هوس، جو ڪوبہ عالم مٿس غالب پئجي نہ سگهندو هو. فقه جي ميدان ۾ جهڙي تهڙي ڪي ڪين مڃيندو هو ۽ هميشه پنهنجي اجتهاد تي هلندو هو.

## ولادت باسعادت

هن برگزيده، مجتهد، صاحب، شريعت، شيخ ميان عبدالرحيم گرهوڙي ولد سعد الله مگريو رحہ، جي ولادت باسعادت تاريخ ١٢ ربيع الاول سن ١١٢٩هجري مطابق ۴ فيبروري ١٧١٧ع سومر جي ڏينهن (١) خيرپور رياست جي شهر راڻيپور (٢) ويجهو "صوپوديرو" ۾ ٿي پر اڃا تائين سنڌس جنم جي سال ۽ تاريخ جو تعين نہ ٿي سگهيو آهي ۽ نہ وري جنم هنڌ لاء ڪا حتمي راء قائم ڪري سگهجي ٿي باقي عبدالرزاق "راز" سنڌس جنم پومي راڻي پور بيان ڪئي آهي، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي فرمايو آهي تہ قرائن مان

(١) درگاهہ گرهوڙي جي خانداني مجاور فقير الهڏنو ڪوري جي روايت موجب
(٢) ڊاڪٽر دائود پوٽو: "ڪلام گرهوڙي" ص - ٨

معلوم ٿئي ٿو تہ شايد سنڌس جنم هنڌ راڻي پور هجي حالانڪہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌس ولادت جو هنڌ "واڙ" (پير محمد مگريو) تعلقو ڪپرو ضلع سانگهڙ بيان ڪيو آهي جڏهن تہ ولادت جي سن بہ مڙني فردوس العارفين جي مصنف بلوچ خان بن مڪرم خان جي تقليد ڪئي آهي جنهن فرمايو آهي تہ وفات وقت سنڌس عمر چاليهہ ورهيہ هئي انهيءَ اندازي تي اڪثر محققن سنڌس جنم جو سن اندازاً ١١٥٢هہ بمطابق ١١٣٩ع بيان ڪيو آهي پر حقيقت اها آهي تہ فردوس العارفين وارو عمر جو صحيح ڪاٿو نہ ڪري سگهيو آهي ڇو تہ انهي تمام ٿوريءَ عمر بہ علم جي مڪمل تحصيل ڪرڻ، طريقت بہ رچي ريتو ٿيڻ، شاهہ ڀٽائيءَ سان روحانيت جا راز پلٽڻ ۽ هڪ ٻئي ڏانهن سوڪڙيون پاڪڙيون ۽ نياپا سنيها موڪلڻ تمام ناممڪن آهي ڇو تہ شاهہ صاحب جي وفات ١١٦٥هہ بہ ٿي آهي ۽ گرهوڙي صاحب جي جمڻ جو سن ١١٥٢هہ تصور ڪبو تہ پوءِ گرهوڙي صاحب جي شاهہ صاحب جي وفات وقت عمر ئي تيرنهن سال مس ٿيندي پوءِ ڪئين سنڌن وچ بہ روح رهاڻيون ۽ ڪچهريون ٿيون هونديون اهو تہ گرهوڙي صاحب جو بلڪل ٻاراڻو دور هوندو تنهنڪري سمجهہ بہ هئين ٿو اچي تہ گرهوڙي صاحب پنهنجي وفات وقت ٦٢، ٦٣ ورهين جو هوندو نہ ڪي چاليهن ورهين جو. انهيءَ اندازي مطابق سنڌس جو سن ١١٢٩ هہ بمطابق ١٧١٧ع ٿيو هوندو ۽ خود صوفياءِ اڪرام وٽ بہ هي مجيل حقيقت آهي تہ سالڪ حقيقي بالغ ۽ صاحب امانت چاليهن سالن کان پوءِ ئي ٿي سگهي ٿو ان کان علاوه هيءَ روايت بہ آهي تہ گرهوڙي صاحب جنهن ويري چوٽارين جي مدرسي بہ پڙهندو هو تنهن وقت شاهہ صاحب سنڌس استاد ميان مبين بن رعد جي چار چشميءَ لاءِ چوٽارين کهي آيو هو اتي سنڌن ملاقات ٿي هئي تنهن وقت ڀٽائي صاحب پنهنجي ڀوهہ جوانيءَ بہ هو ان کان علاوه سنڌن ٻيون بہ ڪيتريون ئي ملاقاتون ٿيون آهن. ان جو اندازو هن مان بخوبي لڳائي سگهجي ٿو تہ شاهہ صاحب پنهنجي لٺ، تلوار ۽ جمني گرهوڙي صاحب ڏانهن تحفي طور موڪليا هئا. جن مان تلوار ۽ جمني اڃا سوڌو درگاهہ جي گادي نشين سيدن وٽ موجود آهي، باقي لٺ زماني جي اٿل پٿل ڪري ضايع ٿي وئي آهي. (١) سنڌس ابن ڏاڏن جو وڏيڪ احوال ڪونہ

(١) آدم فقير بهاراڻي ٽالپر: سوانح حيات مير بلوچ خان ٽالپر. (قلمي)

ٿو ملي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪين "موسيجا" سڏي ٿو ۽ چوي ٿو ته مگريا قوم جي هڪ سردار موسيٰ خان جي اولاد منجهان آهن. (١) حالانڪه خود گرهوڙي صاحب پنهنجي ڪلام ۾ پاڻ کي عبد، عبدالرحيم ۽ مگريو سڏيو آهي نه ڪي موسيجو. شايد ديهه راڻي پور ۾ "موسيجي مڪان" انهيءَ مگريه قوم جي سردار موسيٰ جي نالي سان وجود ۾ آيو هجي، جيڪو تحقيق طلب آهي.

# مگريه قوم جو اصل نسل

روايت آهي ته راجپوتانا جي رڻ پٽ ۾ راجا باجيراءِ جي ڪنهن وقت حڪومت هئي. سندس راڻيءَ کي پيٽ ٿيو، پورن پنجن مهينن جي عرصي ۾ راڻي جي پيٽ مان ڪلمه "لا اله الا الله" جو آواز اچڻ لڳو ۽ جڏهن ٻار پيدا ٿيو ته چيائين "محمد رسول الله" اهڙي آواز تي ماٺهو عجب ۾ پئجي ويا. آخر راجه ان ٻار کي مسلمانن جي حوالي ڪيو جيڪي چانهيا قوم جا هئا ۽ کيس چيائين ته هي نينگر مسلمان ٿو ڏسجي. اوهين وجي ڪمس سنڀاليو. چوڪري جو نالو "مگر راءِ" رکيو ويو. سندس پالنا لاءِ چانهين کي ڪجهه جاگيرون به ڏنيون ويون.

المقصد ته مگريا قوم ان مگر راءِ جي اولاد مان آهن. ڪجھ زماني جي گذرڻ بعد مگريا جيسلمير ۾ رهيا، جتان پوءِ لڏي شاهه ڳڙهه بهاولپور رياست ۾ رهيا، پوءِ اتان تلڪندا تلڪندا اچي سنڌ ۾ پهتا، پهرين پهرين راڻيپور جي آس پاس ۾ رهڻ لڳا. (٢) جيستائين گرهوڙي صاحب جي ولادت ۽ سندس وڏن جي رهائش جو تعلق آهي ته ٿي سگهي ٿو ته پهريان سندس وڏا راڻيپور جي آس پاس ۾ رهندا هجن پر هيءَ حقيقت به سامهون آئي آهي ته گرهوڙي صاحب جو جم راڻيپور ۾ ٿيو آهي اتان جي ڪيترن ئي ماڻهن جو شاهديون مليون آهن ته اسان وڏڙن کان نقل بنقل ٻڌندا آيا آهيون ته سندن وڏا هتي رهندا هئا شايد سندن گهرڙا انهيءَ جڳهه تي هوندا جتي هن وقت گرلس اسڪول ۽ سئي گيس وارن جي آفيس آهي. پرسان گرهوڙي صاحب جي وڏن

(١) پروفيسر علي نواز جتوئي: "شهيد گرهوڙي جو سنڌي ڪلام" ص ٧
(٢) ڊاڪٽر دائود پوٽو: "ڪلام گرهوڙي" ص. ٨ - ١٠

جي ئهرايل مسجد اڃا تائين ڊٺل حالت ۾ موجود آهي، مسجد جي ڏکڻ ۾ ننڍڙو قبرستان جيڪو خود گرهوڙي صاحب وارن جي وقت جو آهي ٿي سگهي ٿو ته گرهوڙي صاحب جا ڪجهه عزيز اتي به مدفون هجن مسجد جي اولهه ۾ وڏي ڪڏ ، اتر ۽ اوير ۾ ڪاسائين، شيدين ۽ مير بحرن جا گهر آهن. انهيءَ ڳالهه مان پليءَ پٽ معلوم ٿئي ٿو واقعاً گرهوڙي صاحب جو جنم اتي ٿيو هوندو ۽ سندن وڏا ڪجھ عرصو راٽيپور ۾ ٽڪيا هوندا. (١)

# ظاهري تعليم

گرهوڙي صاحب ظاهري تعليم ٽن درسگاهن مان حاصل ڪئي هئي، جيڪي هن طرح آهي.

**پهرين درسگاهه:** گرهوڙي صاحب شروعاتي تعليم راٽيپور شهر جي مشهور عالم محمد شريف فاروقي (٢) جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي، جيڪو بزرگ شاهه لطيف ڀٽائي رحه جو همعصر ۽ دوست هو، چيو وڃي ٿو ته بزرگ شاهه لطيف ڀٽائي رحه خيرپور جي سفر دوران راٽيپور ۾ ميان محمد شريف فاروقي جي مدرسي ۾ رهيو هو. جتي ان وقت شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره طالب علم هو. (٣) شايد گرهوڙي صاحب جي پهرين ملاقات شاهه لطيف ڀٽائي رحه سان اتي ٿي آهي. جيڪا تحقيق طلب ڳالهه آهي.

**ٻي درسگاهه:** گرهوڙي صاحب ڪجهه وقت دائري شريف (اڏيري لعل) جي هڪ سيد بزرگ وٽ درس وٺندو هو. (٤) هن درسگاهه جو پهريون

---

(١) مگريو رفيق احمد بازيدپوري (مضمون) مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي رح ماهوار الفاروق ڪراچي ڊسمبر 1990ع

(٢) مخدوم محمد شريف راٽيپوري، سن 1160 هه (1747ع) ۾ الف اشباع واري نظم ۾ "سنڌي ملن واري" لکيائين. جنهن کي، ڊاڪٽر دائودپوٽي، ڪلام گرهوڙي سان گڏ سال 1956ع ۾ شايع ڪرايو.

(٣) بدرالدين ميمڻ: (مضمون) "شاهه ڀٽائي جي ضلع خيرپور ۾ آمد" (روزاني عبرت حيدرآباد، ٣١ جولاءِ 1991ع).

(٤) ڊاڪٽر دائود پوٽو: "ڪلام گرهوڙي" ص - ١١

استاد ۽ باني سيد محمد مسعود (المتوفي ١١٨٣هه) هو. جنهن کي "صاحب دائره" سڏيو ويو آهي. (١) چئي سگهجي ٿو ته گرهوڙي صاحب ان سيد بزرگ کان ئي درس حاصل ڪيو هوندو.

**ٻيون درسگاهه:** گرهوڙي کان اتر طرف چوٽيارين جي ڳوٺ ۾ سن ١١٤٠ هجري ۾ ميان محمد مبين بن رعد ڪيريو هڪ وڏي علمي درسگاهه جو بنياد رکيو هو. جنهن بزرگ وٽان گرهوڙي صاحب ظاهري تعليم ۾ فارغ التحصيل ٿيو. گرهوڙي صاحب کي پنهنجي استاد ميان محمد مبين لاء تمام عزت ۽ محبت هوندي هئي، ۽ کيس "بابو" ڪري سڏيندو هو.

هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته گرهوڙي صاحب اتر ڏي (٢) منهن ڪيو ويٺو هو زور سان چئي، "ميان مبين ڪو پرو، ميان مبين ڪو پرو" توري ئي وقت ۾ ميان مبين اچي پهتو ۽ ڏونگهين جا ڪوپرا اچي اڳيان رکيائينس. مجلس وارن ائين سمجهيو ته شايد گرهوڙي صاحب کي ڏونگهين جي ضرورت هئي، جنهن لاء ميان مبين کي سڏي رهيو هو. مگر پوء معلوم ٿيو ته گرهوڙي صاحب دريافت ڪري رهيو هوته: "خدا وند ڪريم ذوالجلال جو ڪو پرو پاند آهي يا نه؟ ۽ ائين ناهي جيئن ماڻهو سمجهي رهيا آهن. (٣)

روايت آهي ته شاهه ڀٽائي رحه ٿر جي سفر دوران هاڪڙي جي ساڃي پاسي چوٽياريءَ جي پٽ ۾ چلو ڪڍيو هو. انهيءَ سفر دوران شاهه لطيف ميان محمد مبين ڪيريو جي مدرسي ۾ پڻ رهيو هو. جتي بزرگ گرهوڙي صاحب کان امتحان خاطر پڇيو هئائين ته:

جو مڙ نيا موچارو، سو آهي ڪجاڙو؟

جنهن جي جواب ۾ گرهوڙي صاحب فرمايوته:

هڪڙي صحت سرير جي، ٻيو پرينءَ جو پاڙو.

شاهه لطيف انهيءَ سفر دوران گرهوڙي صاحب کي هڪ بي مثال جمني، هڪ تلوار ۽ هڪ لٺ سوکڙي طور ڏنيون هيون. (٤)

---

(١) ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر: سنڌ جا اسلامي درسگاهه ص - ٣٠٦

(٢) چوٽيارين جو ڳوٺ گرهوڙ شريف کان اتر ۾ آهي.

(٣) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص ١١، ١٢

(٤) معمور يوسفاڻي: سنڌ باب الاسلام، جلد پهريون ص ٥٧

# تصوف کي اختيار ڪرڻ

گرهوڙي صاحب ظاهري علومن سان آراسته هوندي به هميشه باطن ڏي مائل هوندو هو ۽ خواهش هوندي هيس ته ڪو باڪمال روحاني بزرگ ملي ته ان جي دامن وٺان. روايت آهي ته گرهوڙي صاحب اجا تصوف جي طريقي ۾ داخل نه ٿيو هو ته هڪ دفعي سيد ميان ناڳي شاه لاڙائي مجذوب جي خدمت ۾ پهچي دعا جو طالب ٿيو. ناڳي شاه مجذوب فرمايس ته: "ملان! تون مڙس آهين ۽ اڳتي هلي مڙس ٿيندين" (١) ان کان علاوه گرهوڙي صاحب پورا ٻارنهن مهينا شاه عنايت صوفي (شهادت ١١٣٠هه) جي خاص خليفي ميان ابن سمي اوڙاهه جي صحبت ۾ جهوڪ شريف جي درگاه تي گذاريا ۽ وٽانس گهڻو فيض پرايائين. آخر ۾ خليفي ابن سمي گرهوڙي صاحب کي چيو ته: "اسان کان جيڪا خدمت پڳي سا ڪئي سون، هاڻ ويو لواري شريف جتي اوهان جي عقيده ڪشائي ٿيندي."

هن روايت جي تائيد جهوڪ شريف جي سجاده نشين جناب ميان عبدالستار صوفيءَ پڻ ڪئي آهي. اها روايت حضرت شاه عنايت شهيد جي فقراءُ کان پڻ ٻڌي وئي آهي. اهو چار جو وڻ، جنهن جي هيٺيان دڪيءَ تي خليفو ابن ۽ گرهوڙي صاحب پاڻ ۾ روحاني راز اوريندا هئا. سوچار ۽ دڪي اجا به موجود آهي (٢)

# لواري شريف جي زيارت

هڪ دفعي لواري شريف ڏانهن هڪ فقير (اهل الله) کي ويندو ڏٺائين. ٽوڪ ڪري کيس چيائين ته: "پنهنجي پير کان منهنجي پاران پڇج، ته معراج، خاص رسول ڪريم ﷺ جن لاءِ هو يا ٻيا به اهو مرتبو ماڻي سگهن ٿا؟ فقير جيڪو "فنا في الشيخ" هو، تنهن کان اها ڳالهه وسري ويئي. لواري شريف ۾ ان وقت حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان قدس سره العزيز نقشبندي

(١) مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، ص ٢٦٧
(٢) ڈاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص ١٢

"هدايت و رشد" جي مسند تي مامور هو ۽ نهايت ڪمال جو صاحب هو، سندس هٿ مبارڪ تي بعيت ڪرڻ لاءِ اوري جا تہ ڇڏيو پر پري ڏيهن جهڙوڪ سمرقند، بخارا ۽ خود عربستان ڪان بہ حق جا طالبو ايندا هئا. اهڙي هستي جي هٿان هن سياڳي جيد عالم دين (ميان عبدالرحيم صاحب) کي وحدت جو وٺ ملڻو هو. جڏهين فقير مرشد ڪان موڪلائي واپس ٿي وريو تہ حضرت سلطان الاولياء جن ڪيس چيو تہ ابا، توکي واٽ تي اسان لاءِ جيڪو نياپو مليو هو سو تہ تو پهچايو ئي ڪونہ. هاڻي انهيءَ عالم عبدالرحيم کي چئج تہ "بغداد جي پل خاص طرح وقت جي خليفي لاءِ ٺهرائي ويئي هئي، جتان ٻئي ڪي لنگهڻ جي اجازت ايستائين ڪانہ هئي، جيستائين اهو خليفو نہ لنگهي وڃي. مگر خليفي جي اڪرڻ بعد اڄ ڏِاڻين اتان آدمي لنگهن پيا. ساڳي طرح معراج شريف بہ رسول ڪريم ﷺ لاءِ مخصوص هو. گويا سندن لاءِ بہ هڪ پل ٺهرائي ويئي هئي، سا ڪا ڏهڻ جي آهي ! ؟ مگر حضرت رسول ڪريم ﷺ جن جو ان تان لنگهڻ خاص سندس شان ۽ دستور وٽان هو. سلطان پويان سندس لشڪر جو لنگهڻ بہ سندس شان ۽ رواج موافق آهي. انهيءَ ڀر تہ پاڻ سندن فخر آهي." چون ٿا تہ جڏهين مخدوم ميان عبدالرحيم گروهڙي کي اهو نياپو مليو تڏهن اڪين تان اولا لهي پيس ۽ هڪدم لواري شريف وڃي مريد ٿيو. (١) ڪامل مرشد جي رهبري ۽ رهنمائيءَ هيٺ حقيقت جون روشن راهون ڏسندي وڏي واڪي چيائين تہ: "مون جهڙو عالم، فاضل، فقه ۽ محدث ملڪن ۾ ڳوليو لهندو، مگر جڏهن ڪان حضرت سلطان الاولياء جن جي دست بيعت ڪئي اٿم، تڏهين ڪان سڀ ويچا وسري ويم، بس، آءٌ تہ پاڻ کي مرشد اڳيان اهڙو تہ هچارو سمجهندو آهيان، جهڙوڪ جاهل، فاضل اڳيان!" (٢)

پاڻ اڪثر فرمائيندو هو تہ آءٌ سڄو سنڌ جو ملڪ گهميو آهيان تہ ساري ملڪ ۾ ٻئي هنڌ جيڪو فيض آهي، تنهن فيض جو درياءُ مون کي گوڏي تائين بہ نہ آيو آهي.

روايت آهي تہ گرهوڙي صاحب جڏهن پهريائين لواري شريف آيو،

(١) مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون ص ١٤٠
ڊاڪٽر دائودپوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص ١٢ - ١٤
پروفيسر علي نواز جتوئي: "شهيد گرهوڙي جو سنڌي ڪلام ص - ٨
(٢) ڊاڪٽر گربخشاڻي: لواري جا لعل ص ٧٨

تڏهن حضرت سلطان الاولياء سندس علمي لياقت معلوم ڪرڻ لاءِ هن آيت شريف: والطور وكتاب مسطور● في رق منشور● والبيت المعمور● (سورة والطور) جي معنيٰ پڇي. گروڙي صاحب ظاهري معنيٰ ۾ گهڻو وقت تقرير ڪئي ۽ مختلف تفسيرن جا حوالا ڏيندي وڏي علمي اپٽار ڪيائين پر جڏهن حضرت سلطان الاولياء جن مٿس روحاني معنيٰ جا راز پلٽيا ۽ فرمايائونس ته: "اهو سڀ قلب آهي" تڏهن اکين تان انڌاريون لهي ويس. (١)

حضرت خواجه عبداللطيف صغير رحه کان روايت آهي ته، شيخ عبدالرحيم گرهوڙي ڪڏهن به درگاهه لواري شريف تي نه بي وضو رهيو ۽ نه پنهنجي وات جي پک اڇلايائين ۽ نه وري ڪا جتي وغيره پائيندو هو. (٢)

گرهوڙي صاحب مرشد جي مهربانين جو ذڪر هن ريت ڪريٿو.

ڏکڻان ڏٺو چنڊ، اتر تي عيد ٿي.
جهڙيو ڦڙيو جنڊ، گنجي ٿو گرهوڙ تي.

لواري شريف، گرهوڙ جي ڏکڻ ۾ آهي. ان ڪري مخدوم صاحب کي چنڊ (يعني مرشد) ڏکڻ کان ڏسڻ ۾ آيو. (٣)

گرهوڙي صاحب فرمائيندو هو ته، "طريقت جي تعليم کان پوءِ مون تي هڪ ڏينهن ابوالبشر آدم عليه‌السلام جي پيدا ٿيڻ جي حقيقت کولي ويئي. خاڪ جي مٽ کي ڳوهي تصوير ٺاهڻ واري ڪيفيت پڌري پٽ نظر آئي ۽ روح جو ان ۾ پوڻ ۽ چڪ ڏيڻ جي واردات اکين سان ڏٺم. (٤)

پر انهيءَ فنايت جي باوجود به گرهوڙي صاحب هڪ عالم دين هو ۽ سختيءَ سان فقه حنفي جي پابندي ڪندو هو. ڪنهن روحاني راز جي ڪري نقشبندي بزرگن جو اهو دستور رهيو آهي ته وچين نماز ڪجهه ليٽ سان

(١) آخوند الهڏنو بوبڪائي "مجلس شريف "48 (قلمي) ص ٢٣٩
(٢) مير نظر علي خان ٽالپر آئينه اولياء ص ٥٨
(٣) پروفيسر علي نواز جتوئي "شهيد گرهوڙي جو سنڌي ڪلام" ص ٩
(٤) مولوي دين محمد وفائي تزڪره مشاهير سنڌ جلد ٣، ص ١٤١
(شيخ عبدالحق محدث دهلوي، مدراج جلد ١، باب ٥، ص ١٣٣تي پڻ ساڳي حقيقت جو ذڪر ڪيو آهي ته پاڻ رسول ڪريم صلعم جن پڻ حضرت آدم عليه السلام جي پيدا ٿيڻ جي حقيقت ڏٺي).

پڙهندا آهن. اها ڳالهه فقه حنفي جي لحاظ سان مناسب نہ آهي، پر پراڻي عادت کا منجهن جي آهي. گرهوڙي صاحب فرمايو تہ هڪ ڏينهن ٽيهريءَ نماز جو وقت ضعيف ٿيڻ تي هو. مون مرشد سائين کي نماز پڙهڻ لاءِ عرض ڪيو. حضرت سلطان الاولياء جن فرمايو تہ " اسان جي مشائخن اهو وقت دير سان پڙهيو آهي." مون اعتراض ڪيو تہ "فرضن جي ادائگي ۾ مشائخن جي پيروي ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ حضرت سلطان الاولياء جن فرمايو تہ "اهان مولون وارا مناظرا نٿو ڇڏين ۽ وڌيڪ فرمايائون تہ "وڏي عمر ۽ بدني ڪمزوريءَ ڪري اسان کي نماز ۾ دير ٿي ٿئي" گهڙي ڪن رکي پاڻ نماز پڙهڻ لاءِ اٿيا. خواجہ صاحب جن وضو ڪري، هٿ ڇنڊي گرهوڙي صاحب ڏانهن اڇلايو. پاڻيءَ جا ڇنڊا گرهوڙي صاحب کي لڳا ۽ بي هوش ٿي ويو. گرهوڙي صاحب کي بي هوشي جي عالم ۾ ڇڏي پاڻ جماعت سان نماز ادا ڪيائون. وري ٻئي ڏينهن وڃين نماز ٿي. حضرت سلطان اولياءِ قدس سره آيو. تڏهن فقيرن عرض ڪيو تہ قبلا! ميان عبدالرحيم گرهوڙي اڃا بي هوش پيو آهي، حڪم ٿيو تہ هاڻي اٿاري وٺي اچوس. گرهوڙي صاحب هوش ۾ آيو ۽ خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو. تڏهن مرشد فرمايس تہ، "مگريا فقير! اسين تہ وچين نماز ليٽ سان ٿا پڙهون، پر ڪر خبر تنهنجون ڪيتريون نمازون قضا ٿي ويون." مقام حيرت آهي جو گرهوڙي صاحب جهڙو صاف گو پرجوش ۽ بي باڪ عالم دين، مرشد جي اڳيان سراپا ادب ۾ خاموشيءَ جي تصوير بنيو مانڪريو بيٺو رهيو. خواجہ صاحب کيس هڪ ڪتاب ڏئي هليا ويا.

گرهوڙي صاحب اهو ڪتاب پڙهي زار زار ٻئي رنو ۽ هيٺيان بيت پئي پڙهيائين:

1 ڏڙهہ، ڏونگر ۽ ڏيهہ، وڃن رات وسائيا،
مون منجهانرا ڪيهہ، ڪنهن وڏي ٻارڻ نڪري.

2 منهنجو ماهہ مجاز، پيڃاري جئن پڃيو،
ورد وظيفا وسريا، نڪا رهي نماز،
هينڙو بحري باز، چوري ڪيو چنبن ۾.

بظاهر بي هوشيءَ وارن انهن ائنپهرن ۾ سلطان الاولياء جي نگاهہ ڪرم جي نشاني هيٺ گرهوڙي صاحب ڇا ڇا حصل ڪيو سا فقط ڪيس ئي خبر رهي جو پاڻ ئي فرمائي ٿو:

"ڳڙ نہ سنجاپي ڳالهڻ، جان جان ڳڙ نہ کاءِ."

حضرت سلطان الاولياء جي هٿان اڇلايل پاڻي جي ڇنڊن ۾ ڪيترو اثر هو. ڊاڪٽر اقبال هن طرح فرمائي ٿو:

ڪوئي انداز ڪرسڪتا هي، ان کي زور بازو کا.
نگاه مرد مؤمن سي، بدل جاتي هين تقديرين.

حضرت سلطان الاولياء ۾ ڪيڏي ڪرامت هئي. حق جي طالبن تي سندس فيض جي پالوٽ ڪهڙي انداز سان ٿيندي هئي. سندس دربار مان نور معرفت جا طلبگار ڪيئن مالا مال ٿيندا هئا. اهاڳالهه پتائي گهوٽ ڪان پڇڻ چاهيون ته فرمائيندو:

سي مون ڏٺا ماءِ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪاءِ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي.

گرهوڙي صاحب فرمائيندو هو ته، " انهيءَ اعتراض کان پوءِ مون کان هميشه ٽيهري جي نماز اداڪرڻ ۾ دير ٿي ويندي هئي."(١)

## گرهوڙ وسائڻ

يقين سان چئي نٿو سگهجي ته شيخ عبدالرحيم صاحب ڪڏهن گرهوڙ وسايو. جڏهن شيخ عبدالرحيم قدس سره صوبوديرو ۾ رهائش پزير هو، تڏهن بلوچ ٽالپر بهاراڻي خاندان پڻ اتي آس پاس ۾ اچي رهيا هئا. جيڪي سندس صحبتي هئاگرهوڙي صاحب جي سنگت جي سبب ئي اهي بلوچ ٽالپربهاراڻي خاندان درگاه لواري شريف جا مريد ٿيا هئا.

روايت آهي ته شيخ عبدالرحيم صاحب وڏي ڪاني ڪرامت جو صاحب هو. تنهن ڪري سندس مائٽن مٿس زور پريو ته اسان کي جيسلمير ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن جون ڪسيل جاگيرون واپس وٺي ڏيو. سيني فقراءِ ۽ والده صاحبه جي ستائڻ تي جيسلمير ڏانهن هلڻ جو قصد ڪيائين. جڏهن گرهوڙ وٽان انهيءَ هنڌان اچي لنگهيا، جتان هن وقت زيارتي تبرڪ طور خاڪ جي چپٽي ڪڻندا آهن. (٢) تڏهن پري ڪان هڪڙو سفيدريش نوراني شڪل وارو

(١) حليم هاليپوٽو (مضمون) "هڪ همه گير شخصيت" (روزانه الوحيد ڪراچي ٢٠ جون ١٩٩٣ع)

(٢) انهي جاء تي پاڻ عبادت ڪندا هئا ۽ چاليها ڪڍندا هئا انهيءَ جاء جي چوڌاري پٽ ڏنل آهي.

پير مرد ايندو ڏسي اٿ تان لهي پيا، پير مرد ويجهو اچي عرض ڪيو تہ قبلا سائين. جڏهن خداوند ڪريم پونء پڪيڙي، تڏهن حضرت رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جن مدينہ منوره واري زمين مان هڪ ٽڪرو ڪڍي من هنڌ رکيو، ۽ مون کي امر ڪيائون تہ تون هت ويهي رهہ ۽ جڏهن شيخ عبدالرحيم اتي اچي تڏهين هي زمين جو ٽڪر سندس حوالي ڪري پوء جيڏانهن وڻيئي تيڏانهن هليو وڃ. توهان جي صورت مبارڪ مون کي ڏيکاري چڏي هئائون. هاڻي توهان اچي ويا آهيو، سو پنهنجي امانت هٿ ڪريو. ۽ آءٌ وڃان ٿو. انهيءَ بعد ٿي پاڻ يڪدم قافلي سميت اتي ترسي پيا ۽ اڳتي وڃڻ جو خيال لاهي ڇڏيائون. پنهنجا ٻار ٻچا ۽ عزيز بہ گهرائي ورتائون. بهاراٿي تالپر پڻ لڏي اچي گرهوڙ جي ويجهو خانپور ۾ رهيا.

ان وقت گرهوڙ ۾ پلن جو هڪ وڏو راڄ رهندو هو. جن جو مرشد نالي سيد محمد شاهہ وڏي امانت جو صاحب هو. شيخ عبدالرحيم وٽ ماڻهن جي رجوعات ڏسي ڪيس اچي ڏپ ورتو تہ متان سندس مريد بہ وڃي شيخ عبدالرحيم جامريد ٿين. تنهن تي شيخ صاحب وٽ هلي آيو ۽ چيائينس تہ "هتان هليا وڃو، نہ تہ اوهان لاءِ چڱائي نہ ٿيندي." تنهن تي شيخ صاحب فرمايس تہ، "مان توهان جي پٽ آهيان ۽ توهان کي مون مان اوهو نہ ٿيڻ گهرجي." سيد محمد شاه جواب ڏنو تہ، "بہ شينهن هيلي ۾ نہ ماپندا". بهتر آهي تہ اوهان هتان هليا وڃو، ٻي صورت ۾ مان اوهان کي ڪرامت جي زور تي ڪڍي ڇڏيندس." پاڻ فرمايائون تہ: "اوهان جي مرضي، مگر مان هتان نہ چرندس." اهڙي ڪتي جواب ملڻ تي سيد محمد شاهہ ڪاوڙجي روانو ٿي ويو. ۽ وڃڻ سان وڃي ڏهو ڪڍيائين انهيءَ ڏهي ۾ ميان محمد شاهہ پاڻ کي حضرت رسول ڪريم ﷺ جي ڪچهريءَ ۾ ڏٺو، جتي سڀ وڏا وڏا بزرگ ۽ اصحاب حاضر هئا. مجلس پنهنجي پور ۾ هئي تہ هڪ شخص ڪاغذ کڻي آيو، جنهن تي حضرت رسول ڪريم ﷺ جن ٽي مهرون هنيون. پوء ڪاغذ کڻي هليو ويو. تڏهن محمد شاهہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن کان دريافت ڪيو تہ هي ڪير شخص هو؟ جو مجلس جا آداب بجا نہ آنداڻين ۽ ويهڻ جي بدران هليو ويو. تڏهن پاڻ ڪريمن ﷺ جن جواب ڏنس تہ هي اهو شخص آهي، جنهن کي تڙڻ لاءِ اوهان ڏهو ڪڍيو آهي. تنهن کان پوء سيد محمد شاهہ يڪدم توبهہ تائب ٿيو ۽ معافي گهري عرض ڪيائين تہ هاڻي مان ئي خود اتان هليو ويندس،

مگر سائين مون کي آگاهہ تہ ڪريو تہ هي ٽي مهرون ڇا جون هٽائي ڪٽي ويو آهي. پاڻي ڪريمن ﷺ فرمايو تہ:

١) پهرين مهر: پٽورو اصل مسلمان هو، مگر مٺي ڪان پوءِ ڪيس هندو سمجهي، مٿس ڏيوري ڌاهي وئي آهي. ان ڪي ڊاهي قبر ڌاهڻ ۽ بانگ ڏيڻ جي اجازت.

٢) ٻي مهر: ٽر ۾ ٻن وٽن جا ٽڙ آهن، جن جي وچان ماٺهو اڪاري، حرام ۽ حلال جي خبرورتي ويندي آهي. انهن ٻنهي وٽن جي ڪپڻ جي اجازت.

٣) ٽين مهر: خيرپور رياست جي ٽر ڀاڱي ۾ ڪافر مها ڏيو جي مڙهيءَ ڀڃڻ جي اجازت.

سيد محمد شاهہ ڏهو پورو ڪري، گرهوڙ مان لڏو ڪٽي هليو ويو ۽ پنهنجن مريدن کي ٻڻ هدايت ڪيائين تہ توهان بہ گرهوڙ مان ٽپڙ ڪٽي ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهو. (١)

# لواري شريف
# ڪان وطن ڏانهن واپسي

گرهوڙي صاحب مرشد جي روحاني فيض مان اعليٰ مقام تي فائز ٿيو، ۽ سنت ٿي ارشاد جي اجازت وٺي خلافت جو خرقو ڍڪي اچي گرهوڙي ۾ رهيو. چون ٿا تہ ڪيس اهڙي جلالت ٿيندي هئي، جو وٽن تي چڙهي پاڻ کي ڪٽي هيٺ ڇڏيندو هو ۽ بار بار هيٺيون بيت پڙهندو هو

فرزند بي بي فاطمہ جا، ناحق ڪسن ڪينءَ؟

پاسو پٽ نہ ڪوڙيان، وير ونندو سينءَ.

الله اڪبر، ڪونهي تڪبر.

ائين چئي پاڻيءَ جو ڪونرو وٺي مٿي تي هاريندو هو جو سڄو مٿي ۾ جذب ٿي ويندو هئس. اها حقيقت ٿورن گهڻن ڏينهن ۾ وڃي لواري شريف پهتي. اتان نياپو آيو تہ پاڻ هينئر جلاليءَ ۾ آهي، ۽ ڪوبہ سندس ويجهو نہ

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص ٣٤ - ٣٦

وجي، مبادا ڪو نقصان نہ ڪري وجهي، ۽ ڪيس چورائي موڪليائون تہ: "بهتر آهي تہ معمول تي رهو جڏهن هي پيغام پهتس، تڏهن وٽن تي چڙهڻ ۽ پاڻ کي پٽ تي ڪيرائڻ جهڙي ڏنائين ۽ چيائين تہ منهنجو ارادو هو تہ شيطان کي دنيا مان تڙي ڪڍان، ڇو تہ خدا جي مخلوق کي پيو خراب ڪري، پر هاڻي اجازت نہ ملي. (١)

گرهوڙ ۾ رهڻ دوران سوين ماڻهو سندس مريد ٿيا. اڪثر خلوت ۾ رهندو هو ۽ چوندو هو تہ: "مون کي پنهنجي سر شيخي مشائخيءَ جي ڪا تمنا ڪانهي صرف الاهي امر جي متابعت ڪري ماڻهن کي حضرت جن جي طريقہ عاليہ ۾ داخل ٿو ڪريان." (٢) شهادت ماڻڻ کان اڳ بلڪل ٿورو کائيندو هو ۽ ٽئين ڏينهن جلاب وٺي پيٽ هلڪو ڪندو هو. جنهن ڪري بلڪل ضعيف ٿي ويو. تڏهن تي سمهندو هو ۽ ٿانئس ڪتو اوڍيل هوندو هو. هميشه حق سان واصل گذاريندو هو ۽ مراقبي ۾ مستغرق رهندو هو. ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ ڏينهن خلوت مان نڪري تڙ ڪري، نئون وڳو پهري، دهلاري کي سڏي چيائين تہ "وڃي ڍنڍرو ڏي تہ جو ماڻهو اڄ اچي منهنجي بيعت ڪندو، تنهن کي سڀاڻي (قيامت) دوزخ جي باهہ کان بچائڻ جو ذمون آءُ پاڻ تي کڻڻ لاءِ تيار آهيان" (٣) هڪ دفعي هڪ شخص "بخشڻ شامو" وٽس فيض حاصل ڪرڻ لاءِ آيو. جنهن کي اڳ ۾ هڪ مجذوب مڪتي کان فيض پهتل هو. گرهوڙي صاحب بخشڻ تي توجهہ لاءِ اکيون ٻوٽي هڪدم ڪري کوليون، فرمايائين تہ: "تنهنجو ڪم تہ هو مجذوب پورو ڪري ويو آهي، هاڻي توکي اسان جي فقط صحبت ڪافي آهي. (٤)

شيخ فتح محمد بيطار بہ سندس مريدن مان آهي ان جي ڳالهہ ڪن ٿا تہ اجا بالغ ئي مس ٿيو هو، تہ پنهنجن عزيزن سان شهداد پور مان پاڙي جا اٺ قطاري ميرپورخاص پهتو هو. شيخ عبدالرحيم جي اچڻ جو غوغا ٿيو. دل ۾ خيال ٿيس تہ فقير کي ڏسان. دوستن ۽ عزيزن جهليس تہ متان وڃين، ماڻهن

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ١٦
(٢) ڊاڪٽر گربخشاڻي: لواري جا لعل، ص - ٧٦
(٣) پروفيسر علي نواز جتوئي: شهيد گرهوڙي جو سنڌي ڪلام، ص - ١٠
(٤) مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، ص ١٤٣

کي ماري ٿو، هو مست آهي. چيائين تہ مان سندس ويجهو ڪونہ ويندس. هن زيارت لاءِ گهڻو زور ڀريو. آخر ڪيس ڪٽي ڪوٺي ۾ بند ڪيائون. قدرت خدا جي فقير صاحب ان گهر جي ڀويان اچي ويٺو. فتح محمد ڪوٺي جي سوراخ ۾ اکيون پائي ويهي رهيو هو. هن نوجوان جو ڏسڻ ۾ شيخ صاحب جي نظر پوڻ تي فتح محمد حال کان بي حال ٿي ويو. پوءِ تہ وٽي ڀڳو گرهوڙي صاحب ماڻهن کي حڪم ڪيو تہ پڪڙي وٺي اچوس. ڪيس ٻڌي وٺي آيا پاڻ فرمايائون تہ ڇڏي ڏيوس. نوجوان جي عزيزن عرض ڪيو تہ، ڇڏينداسين تہ گهر ٿي ويندو. تنهن تي بزرگ وراڻيو: "جيڪي ٿيو سو ٿيو، آئينده سندس هڏا بہ هٿ پراڻا ٿيندا." فتح محمد جو چوڻ آهي تہ، بزرگ جي انهن لفظن دل ۾ اهڙو تہ گهرو اثر ڪيو، جو دنيا ۾ ماسوا کي ڇڏي سندس خدمت ۾ ويهي رهيو، جنهن کان پوءِ چوندو هو تہ: "مون کي الله تعاليٰ جو حضور هر دم حاصل آهي. ۽ هڪ اک جو لمحو بہ الله تعاليٰ مون کان پري ناهي. (۱)

شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره جا عزيز خانپور ۾ رهندا هئا، انهن سان ملڻ ڪڏهن خانپور ۾ ويندو رهندو هو. جمع جي نماز جامع مسجد ۾ ادا ڪندو هو. پوءِ اتان جي اڪابرن جي چوڻ تي ڪڏهن ڪڏهن واعظ پڻ ڪندوهو. هڪ دفعي واعظ دوران اوليائن جي بزرگيءَ بابت ڳالهہ اچي نڪتي، مجلس وارن مان هڪڙي چيو تہ: "اوليائن ۾، شيخ بهاؤالدين ذڪريا ملتاني رح سڀ وانگر آهي." انهيءَ تي گرهوڙي صاحب فرمايو تہ: "هن زماني ۾ اسان جي حضرت سلطان الاوليا قدس سره جي مريدن مان گهڻا انهيءَ جهڙا آهن." بزرگ جي هن سخن تي دانشمندن اعتبارڪيو ڇو تہ خود شيخ عبدالرحيم گرهوڙي بہ زماني جي مشهور عالمن مان هو. ۽ پنهنجي پرهيز گاري ۽ ديانت ڪري گهڻو مشهور هو يعني اهو سندس پاڻ ڏانهن اشارو هو. (۲)

هڪ دفعي حضرت سلطان الاوليا قدس سره العزيز جن آسمان ڏانهن نگاهہ ڪري ٽي دفعا لفظ "قحط الرجال، قحط الرجال، قحط الرجال"، فرمايو، ياران طريقت حاضر هئا، مگر پڇڻ جي طاقت ڪنهن کي نہ ٿي، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي صاحب ان وقت ڳوٺ ويل هو. جڏهن اتان واپس لواري

(۱) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ۲۴
(۲) مولوي عبدالقادر ٻوبڪائي: ارشاد الباري، (قلمي) ص - ۹۸

شريف آيو تہ فقيرن گرهوڙي صاحب کي مذڪوره احوال ٻڌايو. شيخ صاحب فرمايو تہ: "سچ چيو اٿن تہ ڪو بہ زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ اهڙو ماڻهو ڪونهي جو سندن صحبت جي لائق هجي، يا سندن استداد ڪماليت فيض موجب هجي، جنهن تي پنهنجي ڪماليت جو فيض ان تي عطا ڪن ۽ هو سهي سگهي، باقي پنهنجي استداد موجب تہ اسين سيئي سندس مريد ۽ صحبتي فيض لهندڙ آهيون" وڌيڪ فرمايائون تہ جنهن شخص هڪ ڀيرو حضرت سلطان الاوليا قدس سره العزيز کان توجهہ يا ذڪر ورتو سو گهٽا مرتبا سنڌ جي ٻين شيخن کان افضل ۽ ڪامل آهي. (١)

هڪڙي رات، لواري شريف ۾ مريدن پاڻ ۾ مجلس پئي ڪئي. جڏهن اڌ رات جو گذريو تہ هنن حسين بن منصور حلاج جي بابت گفتگو شروع ڪيو. جڏهن قتل جي احوال تي آيا تہ حضرت سلطان الاوليا قدس سره العزيز جن انهن وٽ آيا. سندن اها گفتگو ٻڌي فرمايائون تہ: "اهو منصور ئي هو، جنهن پاڻ کي ڦاسي تي چاڙهايو. اسان پنهنجن مريدن کي ائين ڦاسي جي حوالي ڪونہ ڪرائينداسين." سندن اهو چوڻ، شيخ گرهوڙي صاحب سان عالمن جي مناظري وقت بلڪل صحيح ثابت ٿيو. (٢)

## خدا آباد ۾ مناظرو (٣)

حضرت شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره، سر زمين سنڌ جو سدا ملوڪ عارف، شريعت جو ايڏو باڪمال عالم جو پنهنجي وقت ۾ سندس ڪو مٽ ۽ مثال نہ هو. عام رواجي فقه جي ڪتابن تي اعتماد ئي نہ رکندو هو. هميشه پنهنجي فهم فراست ۽ اجتهاد موافق فقه تي عمل ڪندو هو. انهيءَ ڪري وقت جي ظاهر پرست عالمن سندس تبديع ۾ فتوائون لکيون ۽ اتفاق

(١) مولوي عبدالقادر بوبڪائي: ارشاد الباري، (قلمي) ص - ١٠١
(٢) ميرنظر علي ٽالپر: آئينہ اوليا، ص - ٦٢
(٣) خدا آباد (نئون) هالا نوان کان ڪوهہ پنڌ تي ميان سرفراز خان ڪلهوڙي سن ١١٨٦ هہ مطابق ١٧٧٢ع ۾ ٻڌايو ۽ سن ١٨٨٨ع تائين سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ رهيو. خدا آباد دادو ضلعي وارو سن ١٧٥٩ع ۾ ميان مراد يار خان جي دور ۾ ويران ٿي ويو.
(حوالو: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: سنڌي لغت جلد ٽيون ص - ١١٣٢)

ڪيائون تہ ڪيس تعذير ڏيون. ڇو تہ هو بي شرع ڳالهيون ٿو ڪري. سندس ڪيترائي اجتهادي فيصلا مشهور آهن ۽ ڪافي حد تائين مناظرن ۽ مباحثن جو ذڪر پڻ ملي ٿو. خصوصن مخدوم محمد هاشم ٺٽوي (١١٠٣هـ - ١١٧٤هـ) سان پڻ سندس ڪيترائي مناظرا ٿيا هئا، ۽ان جي ڪيترن ئي فيصلن تي رد ڪد ڪندو هو.

سنڌ جي حاڪم ميان سرفراز خان ڪلهوڙو جي دور ۾ سن ١١٨٧هـ مطابق ١٧٧٣ع ڏاري مناظري لاءِ شيخ عبدالرحيم گرهوڙي کي دارالسلطنت خداآباد گهرايو ويو.

گرهوڙي صاحب وڃڻ لاءِ تيار ٿيو، پر اول ڇوائي موڪليائين تہ هڪ عالم جو سيد آل رسول هجي، تنهن کي امين مقرر ڪيو وڃي. ۽ هرهڪ سان جدا مباحثو نہ ڪيو ويندو، بلڪ پاڻ مان هڪ عالم چونڊين، جو مون سان گفتگو ڪري، ۽ ٻيا ان جا مددگار ٿين جو ڪيس ڪتابن مان حوالا ۽ عبارتون وغيره ڪڍي ڏين. عالمن اهو شرط قبول ڪيو ۽سيد جمال شاه جيلاني گهوٽڪيءَ واري کي منصف ڪري چونڊيائون. جيڪو ميان سرفراز وٽ خاص ملازم هو. مناظري ۾ علمائن جو تعداد ٢٣٠ هو. (١)

هن مناظري ۾ علمائن جو سرڪردو مخدوم عبداللطيف ٺٽوي بن محمد هاشم ٺٽوي (١١٤٣هـ - ١١٨٩هـ) هو. جيڪو ان دور ۾ قضا جي عهدي تي فائض هو. حضرت شيخ عبدالرحيم گرهوڙي صاحب جڏهن خداآباد شهر کي ويجهو پهتو. تڏهن پنهنجي رفيقن کي هن آيت موجب "لاتدخلوامن باب واحد، وادخلو من ابواب متفرقه" (يعني هڪ دروازي کان داخل نہ ٿيو پر مختلف دروازن کان داخل ٿيو.) امر ڪيائين تہ جداجدا ٿي مناظره لاءِ مقرر ٿيل جامع مسجد ۾ داخل ٿين ۽ پاڻ تنها رواجي لباس ۾ اچي وارد ٿيو. اهو رمضان شريف جو مهينو هو. ۽ سخت اڃ لڳي هيس، مسجد ۾ گهڙڻ شرط پاڻيءَ جي گهر ڪيائين. علماء ڪيس منع ڪئي. چيائين تہ: "آءٌ مسافر آهيان." عالمن چيو تہ: "پوءِ بہ منع ڪرڻ بهتر آهي." تنهن تي گرهوڙي صاحب هي قرآن پاڪ جي آيت پڙهي: "ومن ڪان مريضا اوعلي سفر، فعدة من ايام اخر." (يعني، اوهان مان جيڪو بيمار هجي يا مسافر هجي، ان لاءِ روزن لاءِ ٻيا ڏينهن مقرر آهن.) ۽ هي حديث مبارڪ پڻ پڙهيائون: الصائم في السفر ڪالمفطر في الحضر" (يعني، روزائت سفر ۾ ائين آهي جيئن روزو ڇوڙيندڙ پنهنجي شهر ۾.) سندس

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ١٨

خادمن مان هڪ اٿي پاڻي ڏنو، پاڻ پاڻي پيتائون. اتي عالمن کين سڃاتو تہ: "اهوئي شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رح آهي." منصف کي چيائون تہ: "رمضان شريف جي مهيني ۾ پاڻي پيئڻ سراسر بدعت آهي." گرهوڙي صاحب منصف کي چيو تہ حضرت رسول ڪريم ﷺ هڪ سفر (جنگ) ۾ سيني اٺن تي سوار ٿيل اصحابن کي گڏ ڪري علي الا علان پاڻي پيتو هو. ۽ رمضان ۾ روزو کوليو هو. سا بہ بدعت آهي؟" ايتري ۾ گرهوڙي صاحب جي تشريف آوريءَ جو ٻڌي، شهر جا اڪابر ۽ فاضل، دربار جا امير ۽ مشير ۽ پڻ عام ماڻهو هزارن جي تعداد ۾ اچي جمع ٿيا.

گرهوڙي صاحب مناظري ڪان اڳ ۾ قرآن شريف هٿ ۾ کڻي پٽ تي ويهي رهيو. تڏهن سڀ مجلسي اٿي ويهي رهيا. عالمن ۽ عام ماڻهن اعتراض ورتو تہ پهرين الزام تہ اهو آهي، جو قرآن پاڪ کي پٽ تي رکيو ويو آهي. انهيءَ جي جواب ۾ گرهوڙي صاحب فرمايو تہ: قرآن ڪريم حضرت رسول ڪريم ﷺ تي نازل ٿيو، ۽ پاڻ سڳورا پٽ تي هئا، ۽ آخر زمين ۾ داخل ٿيا. پوءِ ڪهڙو گناهہ ٿيو، جو قرآن مجيد پٽتي رکيو ويو. انهيءَ جواب تي مولين پنهنجو اعتراض واپس ورتو. ڪيس عرض ڪيو ويو تہ مٿي ڪرسي تي ويهو. تنهن تي پاڻ ٽپ ڏيئي ڪتابن جي ڍير تي چڙهي ويٺا. (جيڪي عالمن جي وچ ۾ تفسير، حديث ۽ فقه جا ڪتاب رکيا هئا.) انهيءَ فعل تي گهڻو گوڙ ٿيو. جنهن جي جواب ۾ گرهوڙي صاحب چيو تہ مان بہ هڪ ڪتاب آهيان (ڇاڪاڻ تہ ڪيس سيئي ڪتاب بر زبان ياد هئا) پوءِ جيڪڏهن هڪ ڪتاب ٻين ڪتابن تي رکيو ويو تہ ڪهڙو قصور؟.

مباحثو ٻيهريءَ کان ٽيهريءَ تائين هليو علماء ڪرام ڪتاب کولي سوال پئي پڇيا ۽ گرهوڙي صاحب انهن جا شڪ، شبها ۽ اعتراض قرآن پاڪ ۽ حديث پاڪ جي روشنيءَ ۾ پئي رد ڪيا. ۽ وري وري امين کي چوندو رهيو تہ منصف صاحب انصاف ڪر تہ مان دليل قرآن ۽ حديث موجب ڏيان ٿو. ۽ صحابہ ڪرام جي اجماع ۽ مجتهدن جي قياس موجب، ۽ ڪنهن بہ جهڙي تهڙي فقه جي قول کي شمار ۾ نہ ٿو آڻيان، ۽ انهن سان منهنجو واسطو ڪونہ آهي. انهيءَ ردو بدل بعد فيصلو ڪيو ويو تہ هڪ هڪ تي ڳالهائي، ۽ جيڪو وچ ۾ ڳالهائيندو، تنهنجو رت ڪڍيو ويندو، ۽ ٻيو شرط هي وڌائين تہ مون سان اهو عالم بحث ڪري، جيڪو مرشد وارو هجي. انهيءَ شرط ٻڌڻ تي

مجلس جي امين سيد جمال شاهہ جيلاني يڪدم عرض ڪيو تہ قبلا! مون کي مرشد ناهي. مون کي ارشاد جي نوازش ٿئي. انهيءَ دوران خاموشيءَ واري معاهدي جي پيڪڙي کندي هڪ طالب علم محمد ابراهيم (١١٦٢ هہ - ١٢٢٥هہ) (جيڪو مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو پوٽو هو) (١) تنهن چيو تہ " مخدوم محمد هاشم هيئن لکيو آهي." جنهن تي گرهوڙي صاحب هڪ مس جي ڪپڙي هن کي پر ڪري هٽي ڪئي. انهيءَ طالب العلم جي پيشانيءَ مان رت وهڻ لڳو، ۽ کيس چيائين تہ "مخدوم محمد هاشم جا سڪايل وڻ اجا ساوائي نہ ٿيا آهن، ۽ تون پيو هاشم هاشم ڪرين. جيڪڏهن ٻيو دليل ڪونہ اٿئي تہ چوٿين در جي جو دليل (قياس) آڻ نہ تہ بيهودو نہ ڳالهاءِ". انهيءَ سندس فعل تي ڏاڍا اعتراض ٿيا، مگر مقرر ڪيل شرطن موجب گرهوڙي صاحب کي ڪجهہ ڪري نٿي سگهيا.

القصہ، علماءِ جواب ڏيڻ کان عاجز ٿيا ۽ سيد جمال شاهہ فيصلو ڏنو تہ "گرهوڙيءَ ۾ بدعت ڪتان آئي، هي تہ خود قرآن ۽ حديث جو نور آهي ۽ ان تي عمل ڪندڙ آهي."

اهڙي طرح مولوين جي مناظري جي ڪيڏي نتي پئي، سيد جمال شاهہ تمام گهڻو زور پريو تہ مون کي پنهنجو مريد ڪيو. تنهن تي پاڻ کيس گهڻو سمجهايائون تہ: "هن وقت ارشاد توهان لاءِ چڱو نہ ٿيندو. جو مون تي جلالت جو جوش آهي ۽ ان جي سختي اوهان جي سهڻ کان پري آهي. بهتر آهي تہ مڪان تي اچو تہ ارشاد بہ ڏجي ۽ ان کي جهلڻ لاءِ ٿانءُ بہ ڏيانو. ٻي صورت ۾ جلي مري ويندا." مگر سيد جمال شاهہ نہ مڙيو ۽ کين ارشاد ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيائون. تنهن تي گرهوڙي صاحب چيس تہ هڪدم پنهنجي ڳوٺ هليا وڃو، جيئن پنهنجي وڏن جي قبرستان کي پهچي سگهين." شاهہ صاحب انهيءَ دم روانو ٿيو، ۽ گهوٽڪي جي ڀاهران هڪ فرسنگ (٣ ميل) پنڌ تي وفات ڪيائون. سندس ساٿي جنازو کڻي سندس وڏن جي مقام ۾ آيا، ۽ اتي دفن ڪيائونس. (٢)

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٢٠

(٢) هن مناظري جو تفصيل، ڪلام گرهوڙي، آئينہ اولياءَ ۽ تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽيون تان ورتل آهي.

# جماعت لواري شريف تي گرهوڙي صاحب جا ٽي ٽورا

چون ٿا تہ هڪ رات گرهوڙي صاحب خواب ڏٺو تہ، حضرت رسول ڪريم ﷺ جن تشريف فرما ٿيا آهن. ۽ ڪيس فرمايو اٿن تہ: "هڪدم لواري شريف هليو وڃ. جو خاندان ۾ رولي پوڻ جو امڪان آهي، انهيءَ ڪي وڃي بند ڪر." انهيءَ فرمودي موجب پاڻ يڪدم لواري شريف پهتو. ۽ چا ڏسي تہ حضرت سلطان الاوليا خواجہ محمد زمان قدس الله سره العزيز جن هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪرڻ وارا آهن. (١) حضرت خواجہ صاحب جي وصال وقت سندس فرزند ارجمند حضرت محبوب الصمد خواجہ گل محمد قدس سره جي عمر مبارڪ فقط 11 ورهيہ هئي. سندس رشتيدار سليمان (٢) جي سازش تي ڪن وڏن مريدن سجاده نشينيءَ تي اعتراض اٿاريو. خواجہ گل محمد قدس سره لاءِ چوڻ لڳا تہ، هو اڃا ٻار آهي، سو مريدن جي ڪهڙي تربيت ڪري سگهندو. جو تہ خلافت جو امر چاليهن سالن ڪان پوءِ ٿيندو آهي جنهن ڪري مريدن جي تربيت ڪين ڪري سگهندا. اڃا اڪثر مريد حضرت سلطان الاولياءِ جي ڪفن دفن ۾ مشغول هئا، تہ ميان سليمان مخالف ڌر جي مدد سان وڃي خانقاهہ ۾ مسند تي ويٺو، ۽ ماڻهن کان بيعت وٺڻ لڳو. اها خبر جڏهن شيخ عبدالرحيم گرهوڙي صاحب کي پيئي، تڏهن يڪدم ڏوڪيندو خانقاهہ ۾ آيو ۽ گوڏا ڀڃي ميان سليمان ڏي نوڙڻ لڳو. ميان سليمان سمجهيو تہ شيخ گرهوڙي بہ شايد سندس بيعت ڪرڻ آيو آهي پر شيخ صاحب بہ نڪا ڪئي هر، نڪا تر، تنگ کان گهيلي ٻاهر ڪڍيائينس، ۽ پاڻ صاحبزادي سان بيعت

(١) حضرت سلطان اولياءِ جن جو وصال مبارڪ ڇنڇر جي ڏينهن ۴ ذوالقعد ١١٨٨ هہ (6 جنوري 1775ع) ۾ ٿيو.

(٢) حاجي عبداللطيف "ڏيرڏٺي" هڪ اڳ ڄاول نياڻي نهڙيہ قوم جي ٻيءَ مان پالي هئي جنهنجو نالو حليمہ هو. اها حضرت خواجہ محمد زمان ڪلان جي عيوض ارباب ولي محمد نهڙيئي کي ڏني ويئي. انهيءَ مان ميان سليمان ۽ ميان ٻلاول پيدا ٿيا. (حوالہ: مير نور علي شاهہ ۽ مير محمد شجاع: حاشيہ لطيفة التحقيق، ص- ٣٦ - ٥٠)

ڪري ڪيس هنج ۾ وهاري مسند تي چڙهي تلوار ڪڍي ويهي رهيو. (۱) ۽ سيني خليفن مريدن ۽ خادمن کي اعلان ڪيائين تہ اچي بيعت ڪريو. تنهن تي حضرت سلطان الاولياء جي خاص خليفن شيخ حاجي ابوطالب اگهمي، حاجي طاهر ۽ حافظ هدايت الله بيعت ميجي. (۲) ۽ پوءِ سيني حاضرين سندن هٿ ورتو ۽ شيخ صاحب ٻين فقيرن کي فرمايو تہ غرض معنيٰ سان آهي ۽ نہ ظاهر سان. پوءِ ٻہ ماڻهن جي تسليءَ خاطر ٻہ عقيدتمند ماڻهو صاحبزادي جي خدمت ۾ موڪليائون. جڏهن صاحبزادو انهن ڏانهن متوجهہ ٿيو تہ يڪدم انهن جي مٿان وڏي ڪيفيت وارد ٿي ۽ سڀ لطيفا ڪلي ٻين. هن حقيقت مان سڀ دوست خوش ٿيا.

حضرت خواجہ عبدالاحد سرهندي قدس سره چگو چيو آهي:

وحدت اين دار محال است کہ خالي ماند،

گريکي رفت چو منصور دگرمي جو شد.

يعني: مشڪل آهي جو هن گهر جو مالڪ هڪ هجي جو اهو مالڪ کان خالي رهي. جيڪڏهن هڪڙو ويو تہ ٻيو منصور مثل جوش ڏيکاريندو. (۳)

فقط ٻہ چٺا پوءِ تي پرکيا، ۽ بيعت نہ ڪيائون انهن مان هڪ ظاهري عالم هو. جنهن کي شيخ عبدالرحيم صاحب مناظرو ڪري ميجايو. ۽ قرآن شريف جي هي آيت پڙهي: "و آتيناه الحکم صبيا". (يعني: اسان حضرت يحيٰ عہ کي دانائي بخشي جڏهن اهو ابا ٻار هو.) ڪيس شڪن ۽ شبهن جي گرداب مان ڪڍي، اقرار ۽ ايمان جي ساحل تي آندو. ٻيو شخص ڪمال عصار (چاڪي) هو. جو پنهنجي گمراهيءَ تي قائم رهيو. (۴)

گرهوڙي صاحب وڏيڪ صاحبزادي لاءِ فرمايو تہ، جيڪڏهن يتيم هوندو تہ جلدي مفلس ٿي ويندو. نہ تہ هي خزانو خدائي آهي. جنهن جون ڪنجيون هاڻ سندس حوالي ڪيون ويون آهن. (۵)

(۱) هفتيوار پيغام ڪل ۱۳،، جلد ٻيو سال ۱۹۳۰

(۲) ڊاڪٽر گربخشاڻي: لواري جا لعل، ص - ۱۲۹

(۳) مير بلوچ خان ٽالپر: "فردوس العارفين" (قلمي) ۱۲۰۱هہ - ص ۲۳۸

(۴) ڊڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ۲۲

(۵) مير نظر علي ٽالپر: آئينہ اولياءِ، ص - ۲۸

**ٻيو ٿورو:** حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي تدفين بابت ٿيو. ڪن ماڻهن پنهنجي ڪم فهميءَ سبب حجره شريف ۾ مزار مبارڪ ٺاهڻ کان منع ڪئي. جامع علوم، قاطع الرسم، واقف الحائق، شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره ۽ ٻين مريدن حجري شريف ۾ مقبري ٺاهڻ لاءِ زور ڏنو. ۽ گرهوڙي صاحب فرمايو ته: "هر نبي کي سندس رحلت واري جاءِ تي دفن ڪيو ويو آهي. خاص طور تي حضرت خاتم الانبياء سيدالمرسلين محمد مصطفيٰ ﷺ جن کي، تنهن ڪري حضرت سلطان الاولياء قدس سره العزيز کي پڻ سندس وصال واري جاءِ تي دفن ڪيو وڃي. طالبن جو اجتماع پڻ برقرار رهندو. (١) آخر ڪار حجري شريف جي وچ ۾ مسند جي جاءِ جي اڳيان انهيءَ گنج همايون (برڪت ڀرئي خزاني) کي دفن ڪيو ويو. (٢)

**ٽيون ٿورو:** حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي ساليانى عرس شريف تي ميلو لڳڻ نه ڏنو. جهڙيءَ ريت ٻين درگاهن تي ساليانى عرس شريف تي ميلا ٿيندا آهن ۽ جن ۾ غير شرعي ڪم به ٿيندا آهن. انهيءَ ڪري ساليانى ميلي جو رواج نه پيو. صرف شريعت ۽ طريقت جي مطابق ساليانى عرس جون تقريبات ملهايون وينديون آهن. مذڪوره ٿئي ڪم قابل تحسين آهن. (٣)

# خواجه گل محمد (ق - س) جي ملازمت ۾ رهڻ

حضرت خواجه گل محمد محبوب الصمد قدس سره جي بيعت بعد شيخ عبدالرحيم گرهوڙي صاحب سچا ٻارنهن مهينا سندس ملازمت ۾ رهيو. پوءِ اجازت وٺي پنهنجي ڳوٺ گرهوڙ ۾ اچي رهڻ لڳو. سوين ماڻهو سندس مريد ٿيا. گرهوڙي صاحب فرمائيندو هو ته حضرت خواجه گل محمد قدس سره العزيز جن ۾ به اهڙيون خصلتون آهن جي ٻئي ڪنهن شيخ ۾ ڪونهن،

(١) مير نظر علي ٽالپر: آئينہ اوليا،، ص - ٢٨
(٢) مير بلوچ خان ٽالپر: "فردوس العارفين" (قلمي) ١٢٠١ هه، ص - ٢٣٠
(٣) صقال الضمائر: مترجم محمد آدم اسحاقاڻي (اردو) ١٩٨٨ع، ص ٣١٧

هڪ تہ سندن ظاهري روش اهڙي آهي، جو ڪوبہ شخص متن شريعت مطابق اعتراض نٿو ڪري سگهي. ٻيو تہ ڪائنڻ ڪو بہ رنجيدو نٿو ٿئي. (١) اڪثر گرهوڙي صاحب هن طرح پڻ فرمائيندو هو تہ، فرضن جو پاء بند قلندر خواجہ گل محمد جهڙو ۽ سخي ملان مون جهڙو نڪو آهي ۽ نڪي وري ٿيندو." (٢)

شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره حضرت خواجہ گل محمد قدس سره العزيز سان محبت ۽ عقيدت جو اظهار هن طرح ڪيو آهي:

گوهر گل محمد جا، دليء دماما،

اللهم صل علیٰ محمد، آيا اماما. (٣)

گرهوڙي صاحب جن ڪمال محبت جي سبب مثنويءَ جي نموني "رسالہ گل نما" لکيو آهي، جنهن ۾ حضرت جن جي مدح ۽ تعريف ۾ فرمايو آهي تہ:

گل محمد دل منازلها تمام،

غير بلبل اينجہ داند خاص و عام.

(گل محمد (قدس سره) جو سيني منزلن جي دل آهي، تنهن کي بلبل کان سواء ٻيا عام ۽ خاص ڇا ڄاڻن.)

دست شرڪ ڪئي رسد گل پاڪ را،

خاڪ را اي نور ايمان ! خاڪ را.

(مشرڪ جو هٿ پاڪ گل کي ڪيئن رسي؟ اي ايمان جا نور! (ان جو هٿ) خاڪ کي ۽ خاڪ کي پهچندو)

خاڪ مسجود ست بهر بوئي گل،

جز خراباتي بنا شد جائي مل.

(گل جي بوء واسطي مٽي مسجود ٿي آهي، جو شراب جي جاء سواء شراب خانہ جي ٻئي هنڌ نہ هجي.)

عارف آن باشند گل شناس،

گل بہ بيند جملۂ بيند بيقياس

(عارف اهو آهي جو گل جو سڃاڻو هجي. گل ڏسي ٿو ۽ سڀ

(١) مير نظر علي خان ٽالپر: آئينہ اولياء، ص - ٢٩

(٢) مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، ص - ١١٨

(٣) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي" ص - ٢٢٧

بيشمار پسي ٿو.) (١)

## ميرن کي صاحبي وٺي ڏيڻ

گرهوڙي صاحب جي زماني ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جو زوال اچي رهيو هو. ميان سرفراز ڪلهوڙي ڪن شريرن جي چوڻ تي، ميربهرام خان ۽ سندس ننڍي پٽ صوبدار خان ٽالپر کي گهرائي مارائي ڇڏيو. ان وقت بهرام خان جو وڏو پٽ مير بجار خان حج تي ويل هو. تڏهين انهيءَ حادثي جي خبر مير بجار خان کي حرمين شريفين موڪلي وئي. مير بجار خان کي ان حقيقت ڪري سخت اندوهه ۽ ارمان ٿيو، دل ۾ انهيءَ درد جي دانهن کڻي مديني جي مير حضرت رسول ڪريم ﷺ جي روضي پاڪ اڳيان روج راڙو ڪيائين. سندس آهه ۽ زاريءَ هٽي هنڌ ڪيو.(٢) رات جو خواب ۾ مديني ڌڻي فرمايس ته: "اسان سنڌ جي واڳ درگاهه لواري شريف جي حوالي رکي آهي. ڪنهن کي به ڏئي، اوڏانهن وڃ."

القصه مير بجار خان ٽالپر حرمين شريفين کان انهيءَ ارشاد ملڻ ڪري واپس سنڌ ڏانهن روانو ٿيو. ساموندي رستي کان غراب ۾ سوار ٿي ڪڇ يج رياست جي جڪائو بندر تي اچي لٿو ۽ اتان ڪڇ جو رڻ ۽ رحمڪي بازار جي رستي کان سڌو لواري شريف ۾ سن ١١٨٩ هه مطابق ١٧٧٥ع ۾ پهتو. ان وقت درگاهه لواري شريف ۾ صاحب مسند وارشاد خواجه گل محمد (قدس سره) هو. ان وٽ شرف قدم بوسي جو حاصل ڪري عرض ڪيائين ته ڪلهوڙن جي حڪومت اسان سان ظلم ڪيو آهي.آءُ داد خواهي لاءِ حضرت رسول مقبول ﷺ جي ارشاد مبارڪ سان اوهان جي حضور ۾ آيو آهيان. تنهن تي خواجه صاحب جن فرمايس ته انهيءَ فيصلي لاءِ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي کي مقرر ڪيو ويو آهي. وڃي سندس دامن جهل ته ماڳهين سنڌ ئي اوهان کي وٺي ڏئي. (٣) انهيءَ امر تي مير بجار خان ٽالپر اچي گرهوڙي صاحب وٽ حاضر ٿيو ۽ دامن جهلي عرض ڪرڻ تي هو ته گرهوڙي صاحب يڪدم فرمايس ته:

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: "ڪلام گرهوڙي" ص - ٢٢٨
(٢) مير بلوچ خان ٽالپر: فردوس العارفين (قلمي) ص - ٢٣٩
(٣) هفتيوار پيغام ڪل ١٧، جلد ڇهون، سال ١٩٣٠ع

" ڪاٺا متان مديني جو ٿو نشان ڏين."
تڏهن مير صاحب چيو ته: "قبلا ! هاڻو." تنهن تي مير صاحب کي چيائون ته:
بحر ڪاٺا، وڃي وڃهينس گهاٽا،
نه ڇڏيندس توبون، نه ليندس ناٽا.
وڏيڪ گرهوڙي صاحب فرمايس ته اسين تنهنجو هيئنر ئي ٽا فيصلو ڪريون.
"اسين ٽا ڪريون ڪهڙ ۽ تون وڃي ڏي باهه"
مير صاحب کي اعتبار نه آيو، تڏهن پاڻ فرمايائونس ته:
"تون آهين ڏاٽو، ۽ هو (يعني ڪلهوڙا) آهن ڳاهه، وڃي لٽين."
تڏهن به مير صاحب نه مڃيو، ۽ عرض ڪيائين ته "قبلا ! آءٌ اڪيلو ڪونه ويندس، مهرباني فرمائي مون سان گڏجي هلو. (١)
ان وقت سنڌ جو حاڪم ميان غلام نبي ڪلهوڙو (٢) هو. جيڪو هڪ فرقه ميانوالي طريقه جو هو. درگاهه لواري شريف جي ڪمن ۾ دست اندازي ڪندو هو. انهيءَ ميان غلام نبي خان کي هڪ خط گرهوڙي هدايت ۽ ڌمڪيءَ جو لکيو هو، ته خدا وارن سان ڪئونس ڪرڻ پنهنجي پاڙ کي اکيڙڻ آهي. وغيره. (٣)
ان سبب ڪري گرهوڙي صاحب ڪلهوڙن حاڪمن کان ناراض هو. تنهن ڪري ميربجار خان کي چيائين ته اوهان جي سوڀ هن شرط تي آهي: "ديندارن جي پرگهورءِ بيدينن جي پائمالي." (٤) انهيءَ شرط موجب حڪومت هلائيندا رهندا ته: "اوهان ٽالپرن جي ميري منهنجي پيري قيامت تائين هلي ايندي. پر افسوس جو ميرن انهيءَ شرط جي پرواهه ڪانه ڪئي، جنهن جو نتيجو آخر اهو نڪتو، جو سٺ ورهن اندر ئي سندن حڪومت ختم ٿي ويئي. (٥)

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٣١
(٢) مهر ڪا چيلوي: " ڪلهوڙا شڪست ڪان پوءِ" اردو ص ٣٣
(٣) هفتيوار پيغام ڪل ١٧، جلد ٻيو، سال ١٩٣٠
(٤) پروفيسر علي نواز جتوئي: شهيد گرهوڙي جو سنڌي ڪلام: ص ١٠
(٥) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٣٤

انهيءَ گفتگوءَ دوران ۾ ماڻهو مير بجار خان کي ڪن ۾ ڪي مخفي ڳالهيون ٻڌائڻ لڳا. حضرت شيخ گرهوڙي صاحب مير صاحب کي مخاطب ٿي فرمايو ته: ”هي لشڪر تنهنجي عيال وانگر آهي، جي پنهنجا سر تنهنجي لاءِ قربان ڪرڻ لاءِ راضي ٿي آيا آهن. انهن کان راز لڪائڻ منافقي آهي.“ مير صاحب، حضرت شيخ کي ماڻهن کان ٿورو پر ڀور ڪري عرض ڪيو ته: ”اهي ٻه شخص اسان جا جاسوس آهن. جيڪي هيئنر، مخالفن جي لشڪر مان ٿي آيا آهن. ٻڌائن ٿا ته دشمن جو لشڪر پنجاهه هزار آهي، جنهن جو سپهه سالار هڪ سرڪش ۽ ظالم شخص پيروز پتا في نائي آهي. انهن جي ڳالهه، انهيءَ ڪري مخفي رکيم، جو اسان جو لشڪر فقط چار هزار آهي سو مون خيال ڪيو ته متان اسان جي لشڪر وارا خوفزده نه ٿي وڃن.“ بزرگ گرهوڙي صاحب فرمايو ته: ” جيڪڏهن مخالف پنجاهه لک به هوندا، ته به فتح اوهان جي آهي.“ پوءِ شيخ صاحب ڏکي وڃي هڪ بلوچ سپاهي جي ڏاڙهي پڪڙي مير صاحب کي چيائين ته: ”هي وٺ ! پيروز پتافي جي ڏاڙهي آهي.“ فقير عبدالرحيم صاحب تيستائين ڏاڙهي مان هٿ نه ڪڍيو. جيستائين خود مير صاحب پنهنجي هٿ سان ان کي نه اچي پڪڙيو.

گرهوڙي صاحب لشڪر سان ڪوهه (٣ ميل) گڏجي پنڌ ڪيائون. هڪ لڪڙي ۾ جهنڊو ٻڌي مير بجار کي هٿ ۾ ڏنو ته: ”هي اسلام جو جهنڊو آهي.“ مير صاحب عرض ڪيو ته ”قبلا ! لشڪر لاءِ دعا ڪريو.“ فرمايائين ته آءٌ لشڪر جو دعاگو آهيان، هاڻي توهان اڳتي وڌو.“ پوءِ گرهوڙي صاحب لڙائي جي ميدان کان هڪ طرف هٽي پاسي تي ٿي ويٺا، جتان مقابلي کي ٻي ڏٺائون ڪجهه وقت کان پوءِ اٿيا ۽ پنهنجي خلوت واري جاءِ کي هٿن سان ٻهاري ڏني، با ادب مراقبه ۾ ويهي رهيو. ڪجهه وقت کان پوءِ اٿي فرمايائون ته ”ٻئي امام سڳورا (سيدنا حسن رضہ ۽ سيدنا حسين رضہ) منهنجي سڏ تي آيا هئا ۽ هينئر سوڀ جي مبارڪ ڏئي ويا آهن.“ آخر سنت ٿي ميربجار جو قاصد گرهوڙي صاحب وٽ پهتو، جنهن فتح جي خوشخبري ڏني ۽ اهو پڻ ٻڌايائين ته پيروز پتا في کي انهيءَ شخص قتل ڪيو. جنهن کي گرهوڙي صاحب ڏاڙهي کان جهليو هو. تنهن ئي پيروز پتافي جو سرڌڙ کان ڌار ڪري آڻي مير بجار خان جي حوالي ڪيو. (١) هن ڪاميابي تي گرهوڙي صاحب، الله

(١) مولوي دين محمد وفائي؛ تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، ص - ١٣٥

تعاليٰ جا شڪرانہ بجا آندا ۽ هن فتح کي اسلام جي فتح ڪوٺيائين. هي جنگ لانياري (۱) سن ۱۱۹۰ هہ (۱۷۷٦ع) ۾ لڳي هئي. ياد رهي تہ ٽالپر اصل ۾ ڪلهوڙن جا مريد هئا. ۽ ميربهرام خان ۽مير صوبدار خان کي قتل ڪرائيندڙ مري چڪا هئا. تنهن ڪري باوجود ايذن ظلمن جي. ميربجار خان ميان عبدالنبي ڪلهوڙي کي، مسند تي وهاريو. ۽ پاڻ سندس وزير ٿيو ۽ ملڪ جو سمورو ڪاروبار سندس هٿ ۾ رهيو. (۲)

هڪ دفعي مير فتح علي خان جو ننڍو پٽ ميرالهيار خان (ٽنڊه الهيار جو باني) جي دربار لڳل هئي. گرهوڙي صاحب، انهيءَ جڳهہ ڪان اچي لنگهيو جتي مير صاحب تخت تي ويٺو هو. چؤ طرف خادمن جا انبوهہ لڳا پيا هئا. مير صاحب گرهوڙي صاحب کي ڏسي سندن استقبال لاءِ تخت کان لهي ہہ ٽي وکون اڳتي وڌيو. تخت جي چئني طرفن کان بي انداز سپاهي بيٺل هئا. جڏهن مير صاحب شيخ عبدالرحيم جي بلڪل ويجهو آيو. تہ گرهوڙي صاحب جن سخت چماٽ مير صاحب کي هڻي ڪڍي، جو مير صاحب جي پڳ اچي پٽ تي ڪري. سپاهي غصي ۾ اچي وچ ۾ پوڻ لڳا. مگر مير صاحب منع ڪئي. گرهوڙي صاحب انهن ٽي پيرن تي پوئتي موٽي روانو ٿيندي فرمايائون تہ "مير صاحب کي حڪومت جي هواء دماغ ۾ پرجي ويئي هئي سا ڪڍي ڇڏي مانس. هڪ ٺي چماٽ سان هن کي دنيا کان آزاد ڪري ڇڏيم." انهيءَ کان پوءِ مير الهيار خان باقي عمر نيڪ ڪردار ۽ مجذوبن وانگر ٿي گذاري. (۳)

روايت آهي تہ هڪ ڏينهن شيخ عبدالرحيم گروهڙي قدس سره پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ تڏو وڇايو پٽ تي ليٽيو پيو هو. اتر سنڌ جو بادشاهہ سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو. گرهوڙي صاحب جو هي حال ڏسي حيرت وچان دانهن نڪري ويس. بزرگ فرمايو تہ "مير صاحب ! هيءَ دنيا رڳو هڪ لنگهہ آهي، هتان جي لاءِ هي تڏو ڪافي آهي، جتي هميشہ رهڻو آهي، اتان جي لاءِ، خدا جو شڪر آهي، ڪجهہ چڱو بندوبست ڪيو اٿم (۴)

(۱) لانياري تعلقہ شهداد پور ۾ هڪ ڳوٺ آهي. موجوده جهول شهر کان ۲ ميل ڏکڻ ۾ ديهہ بجر ۾ هڪ ڪچي قلعہ جا نشان آهن. انهيءَ ديهہ کي "تارو" پڻ چون ٿا.
(۲) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ۳۲
(۳) مير نظر علي خان ٽالپر: آئينہ اولياء. ص - ٦٥
(۴) پير علي محمد راشدي: اهي ڏينهن اهي شينهن. جلد پهريون، ص - ۹۸

# همعصر بزرگن سان ملاقاتون

١- حضرت شيخ سڌاتوره قدس سره، (١) حضرت سلطان الاولياء جي خاص خليفن مان هو. حضرت جن جي وصال کان پوءِ ڪجهه وقت سيلاني ٿي رهيو. سفر تان موٽڻ بعد شيخ سڌاتوره، گرهوڙي صاحب وٽ اچي ترسيو. سندس اچڻ تي گرهوڙي صاحب گهڻي خاطرداري ڪئي ۽ چيائين ته: "اڄ رات حضرت رسول مقبول ﷺ جن شيخ سڌاتوره جي سفارش ڪئي آهي."

شيخ سڌاتوره قدس سره فرمائيندو هو ته: "گرهوڙي رحمة الله عليه مون کي چيو هو ته سندس جهڙي جذبي واري ڪيفيت وري توتي به وارد ٿيڻ واري آهي. مگر گرهوڙي صاحب جوان مرد هو جو سهي سگهندو هو پر آءٌ بلڪل ٻڏو تي ويو آهيان، جنهن ڪري اهو بار ڪڻي نٿو سگهان. پر آخر پنهنجي مرشد خواجه محمد زمان ثاني قدس سره جي همت ۽ همراهي سان انهيءَ جذبي واري حالت مان ڪامياب ٿي نڪري آيو آهيان. (٢)

٢- حضرت شاهه برهان منصور ثاني قدس سره، (٣) گرهوڙي صاحب جو پير ڀائي ۽ وڏو صحبتي هوندو هو. هڪ دفعي گرهوڙي صاحب فرمايس ته: "تون آسمان ۽ زمين جي حقيقت کي گڏين ٿو. تنهنڪري ملان تو کي تعذير ڏيئي چڏاندا." شاهه برهان رح فرمايو ته: "مون کي تعذير قبول آهي." مخدوم گرهوڙي صاحب فرمايس ته: "جيستائين مان جيئرو آهيان، ته توکي ملان تعذير نه ڏئي سگهندا، پوءِ تنهنجي مرضي."

(١) حضرت خواجه سڌاتوره قدس سره سن ١٢٣٦هه مطابق ١٨٣٠ع ۾ وصال ڪيو. سندس مقبره شريف ٽنڊه جان محمد کان ٣ ميل اتر طرف خداداد ۾ مشهور زيارت گاهه آهي.(حواله: آئينه اولياء، ص - ١٠١)

(٢) مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽيون، ص ١٣٩

(٣) درويش برهان شاهه ولد مياں يعقوب شاهه دل، ميرپور خاص کان ڏکڻ اولهه طرف ٥ ميل پري سنهڙو شاخ تي ديهه ڪاڪ ۾ سندس ٺهرايل آباد ڪيل ڳوٺ "برهان شاهه" ۾ سندس وڏي درگاهه آهي. شاهه برهان منصور ثاني کي ڪمال شاهه به سڏيندا هئا. سندس هزارن جي تعداد ۾ مريد هئا. حضرت سچل سرمست درازن وارو (جيڪو پير راشد جو هم مڪتب هو) ۽ حضرت پير محمد راشد ڪنگري واري بزرگن کي پڻ روحاني فيض ڏنو هئاين. شاهه برهان جا خليفا ته گهڻا هئا، پر انهن مان درويش سويو لغاري ۽ سيد تقي شاهه ڪنيڙي تعلقه ميرپور خاص وارو گهڻو مشهور هئا

تحقيق ٿيو ته اڻين ٿي ته شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره جي شهادت کان پوء مير فتح علي خان ٽالپر جي دؤر ۾ 1197هه مطابق ١٧٨٣ع ڌاري ملن شاهه برهان منصور ثاني قدس سره کي تعذير ڏنو.

٣- حضرت شيخ ابراهيم ساند قدس سره، (١) گرهوڙي صاحب جو پير ڀائي ۽ صحبتي هو. مهاڏيوجي مڙهي تي چڙهائي دوران پڻ هي بزرگ گرهوڙي صاحب سان گڏ هو. جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو، مشهور روايت آهي ته، جوڌپور جا هندو لڪر، جي پرپاسي ۾ وڏا ڌاڙا هڻندا هئا. اهي لڪر ڌاڙيل فقير ابراهيم رحمة الله عليه جو مال ڪاهي ويا. فقير صاحب واپس وٺڻ لاء لڪرن وٽ ويو. مگر لڪرن ڪيس مال ته واپس نه ڏنو، بلڪ هڪ ڪکن جي چونٽري ۾ بند ڪري ڪيس باهه ڏيڻ جا سانبا ڪرڻ لڳا، ماڻهو تماشو ڏسڻ لاء اچي گڏ ٿيا، فقير صاحب پريشاني جي عالم ۾ مراقبو ڪري، پنهنجي رب ڪريم کي پڪارڻ لڳو. خدا جي قدرت ته اچا باهه ڏئي مس بيٺا ته اوچتو انهن لڪرن جي سردار جو شهزادو گهوڙي تان ڪنڌ پر ڪري پيو ۽ اتي ئي دم ڏنائين ۽ لڪرن ۾ ماتم ٿي ويو. (٢) وري اوچتو لڪرن جي سردار جي زال کي اچي پيٽ ۾ سخت سور پيو هڪدم لڪر سردار کي خيال آيو ته چونٽري ۾ جنهن فقير کي بند ڪري ساڙيو پيو وڃي سو ڪو الله جو نيڪ ٻانهو آهي، هڪدم باهه کي وسائي، فقير کي ٻاهر ڪڍيو ويو. سڄي ماجرا سندس اڳيان پيش ڪري توبهه تائب ٿيا. فقير کي مال واپس ڪيائون. اهي لڪر سيئي سندس مريد ٿيا. فقير ابراهيم مال ڪاهي ڳوٺ آيو. ڪجهه ڏينهن کان پوء گرهوڙي صاحب سان ملڻ آيو. گرهوڙي صاحب کيس چيو ته: " تون ابراهيم خليل الله هئين جو توکي باهه نه ساڙيو؟" تنهن تي ابراهيم فقير جواب ڏنو ته: "جيڪڏهن مون کي باهه ساڙي ها ته پوء تون منهنجي مدد نه ڪرين ها؟" (٣) گرهوڙي صاحب فرمايو ته: "راجه جي پٽ جو ڪنڌ به مون گهوڙي

(١) حضرت خواجه ابراهيم ولد بيگ ساند رحه جو مقبرو ڳوٺ ڇهوٽڻ ڏونگر تعلقي ٻهاڙ مير رياست ۾ آهي. خواجه ابراهيم رحه حضرت سلطان الاولياء جي ملفوظات جو ڪتاب "مقولات تصوف" لکيو آهي جيڪو سنڌي ۽ اردو ۾ شايع ٿيو آهي.

(٢) هفتيوار پيغام ڪل ١٣، جلد ٻيو سال ١٩٣٠ع

(٣) شيخ ابراهيم ساند؛ مقولات تصوف، ص - ٢١

تان ڪيرائي ڇڏيو هو، نہ تہ تون باهہ ۾ سڙي وڃين ها." (١)

۴- رئيس ابوالحسن غازي خان ٽالپر، (٢) جو سندس پير ڀائي هو. سو شيخ عبدالرحيم وٽ زيارت لاء ويو. ڏٺائين تہ هڪ گودڙيء ۾ ويڙهيو تڏي تي ستو پيو آهي. ۽ ماٺهو سندس چوڌاري مراقبي ۾ ويٺا آهن. دل ۾ خيال آيس تہ حضرت سلطان الاولياء قدس سره جو شان ڏٺوسين ۽ هي وري ڪهڙي حالت ۾ آهي قوم جي اڳواڻ کي قدري تجمل سان رهڻ گهرجي. گرهوڙي صاحب هڪدم مون ڏانهن نظر ڪري منهنجي دلي واردات جي جواب ۾ هي بيت فرمايو:

مکن عيب درويش مدهوش مست،
کہ غرق ست زان مي زند پاء دست.

يعني: مدهوش ۽ مست درويش جو عيب نہ ڪر، ڇاڪاڻ تہ هو غرق آهي ۽ انهيء ڪري هٿ پير هٽي رهيو آهي. (٣)

۵- حاجي شهمير خان ٽالپر، (۴) جو گرهوڙي صاحب جو پير ڀائي هو. سو سندس ديدار ۽ صحبت لاء لنگهي آيو. ڏٺائينس تہ سخت ضعيف ٿي ويو هو. ۽ هڏن جي مٺ وانگر ڏسڻ ۾ ٿي آيو. حاجي شهمير خان چيس تہ، چو پاڻ کي ايتريء محنت ۾ وڌو اٿو؟ شيخ عبدالرحيم گرهوڙيء جواب ۾ فرمايس تہ: قرآن شريف ۾ ارشاد آهي تہ:

"واذكرو الله في ايام معدودات"

يعني: ۽ الله کي ياد ڪريو، ڪن مقرر ڏينهن ۾.

جنهن ڪري پاڻ لاء ان ۾ ئي مصلحت ڏٺي اٿم (۵)

٦- فقير ڪمال چاڪي، حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي مريدن مان هو. حضرت خواجہ گل محمد قدس سره جي بيعت ڪرڻ کان صاف انڪار ڪري ڇڏيو هو. جيڪو پوء وڃي مير بجار خان ٽالپر جو خاص ملازم

---

(١) هفتيوار پيغام ڪل ١۴، جلد ٻيو، سال ١٩۴٠

(٢)

(٣) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٢۵

(۴) حاجي شهمير ولد سليمان ٽالپر، اصل خانپور (ديهہ مگٽي تعلقہ سامارو) جو وينل هو.

(۵) مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، ص - ١۴١

ٿيو هڪ دفعي مير صاحب جا ڪي نياپا ڪٺي شيخ عبدالرحيم گرهوڙي وٽ آيو هو. هٿ ملائڻ وقت گرهوڙي صاحب ان کي ڏاڙهيءَ کان جهلي زمين تي ڪيرايو ۽ خوب لتون هنيائينس، ۽ چيائينس تہ، انهيءَ ڏينهن کان وٺي جڏهن تو اسان جي مرشد جي بيعت نہ ڪئي هئي، منهنجي دل ۾ سخت غيرت ويٺل هئي. پير پائي هٿڻ ڪري گهٽي ئي ڪوشش ڪير تہ اهو ڏمر دل تان لهي، ۾ ٻيو ڪو چارو نظر نہ آيس، سواءِ انهيءَ جي تہ توسان اها جٽ ڪريان ۽ توکي هلاڪيءَ کان بچايان. جيڪڏهن سچ سمجهين تہ مون توسان وڏي ڀلائي ڪئي آهي."

ظهور خشم بزرگان تهي ز رحمت نيست،
غبار چهره گردون دليل باران است.

يعني؛ بزرگن جي ڪاوڙ رحمت کان خالي ناهي، آسمان جي چهري تي لٽ مينهن جو دليل آهي. (١)

٧- شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره سان ابن فقير دهلڙي وارو، صوفي صادق فقير سومرو (٢) ۽ راضي شاهہ لڪياري جي پاڻ ۾ گهاٽي دوستي هوندي هئي هڪ دفعي سڀ دوست گڏجي راضي شاهہ لڪياريءَ واري ڳوٺ خانپور (تعلقہ سامارو) ويا، جتي اڪثر شاهہ صاحب ڪيس لسي ۽ کير پياريندو هو. ڪڏهن ڪڏهن تہ انهن درويشن کي اهو ٻہ نہ ملندو هو. جنهن جو سبب اهو هوندو هو، جو وقت جا حاڪم مير صاحبان، سوئر پاليندا هئا ۽ شڪار جي شوق ۾ سيدن جي ننڍن پاڏن تي سوئر ڇڏيندا هئا. ۽ انهن کي ماري ڇڏيندا هئا. نتيجي طور مينهون ويچاريون کير نہ ڏينديون هيون ۽ غريب ماڻهو کير چڪي کان پيا سڪندا هئا. هن ظلم تي هڪ ڏينهن چارئي درويش ويچارڻ لڳا.

ابن فقير دهلڙي تي ڏک هٿي چيو،
"خانپور جا خان لڏي لهوارا ٿيا."

---

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو؛ ڪلام گرهوڙي، ص - ٢٢

(٢) صوفي صادق فقير سومرو ١١٧٠ هہ (١٧٥٦ع) ڏاري ڳوٺ اهر (موجوده ڳوٺ صوفي تعلقہ عمر ڪوٽ) ۾ پيدا ٿيو. فقير صاحب ميرانپور جي صوفي فضل الله شاهہ قلندر جو مريد ٿيو. هن بزرگ سن ١٢٢٥ هہ (١٨٣٩ع) ۾ وصال ڪيو. سندس ڪلام راڳنامون جي نالي سان ١٩٨١ع ۾ شايع ٿيو آهي.

صوفي صادق فقير وراڻيو تہ: ” سائين حڪومت ڪيڏانهن ويندي“
بزرگ گرهوڙي صاحب فرمايو تہ:

”سائين حڪومت ڪٿي اوهان ئي سنڀاليو.“

صوفي فقير جواب ڏنو تہ: ” نہ، اسان جا ڏاڏا پڻ انهيءَ حڪومت پٺيان وڙهي ڍانگا ٿيا هئا. اسان کي وڙهي مرڻو ڪونهي.“ (هي اشارو دودي چنيسر ڏانهن هو.) ٿوري دير صوفي صادق فقير ڪنڌ جهڪائي وري چيو تہ: يارو مون کي پورا پورا ماڻهو پيا نظر اچن، اهي ئي اچي حڪومت سنڀاليندا“. سيني اچرج مان چيو تہ فقير اهو ڪيئن؟ وراڻيائين تہ:

حيدرآباد ۾ هل ٿيو، رت وهيو ٿي ريل،
ٻاروچاڻي ٻيل ٻڌي نہ ٻڌي جهڙي.

پورا اچي پيل ساري سنڌ صديق چئي،
درياءَ مٿان ريل، ٽوپراڇي ٽپاءِ تون. (١)

٨- درويش لقمان فقير ٽالپر ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جي پاڻ ۾ گهاٽي دوستي هئي ۽ پڻ پير ڀائي بہ هئا. مخدوم صاحب کي هڪ دفعي سڪر جي حالت طاري ٿي تہ وٽس ڪيترائي طالب اچي گڏ ٿيا. هوڏانهن لقمان ٽالپر اچي گرهوڙ پهتو ۽ ملاقات لاءِ درخواست ڪيائين اجازت وٺڻ تي مخدوم صاحب چواريو تہ مان بيمار آهيان ٽي دفعا ساڳيو جواب ملڻ تي لقمان ٽالپر بنا اجازت جي اندر هليو ويو. ڏسي تہ مخدوم صاحب تہ چڱو ڀلو آهي. حيرت وچان عرض ڪيائين تہ، ”سائين توهان فرمايو هو تہ آءٌ بيمار آهيان.“ گرهوڙي صاحب فرمايو تہ، ”بيماري جي بهاني کان سواءِ دنيا دارن کان ڇوٽڪارو لهڻ مشڪل آهي.“ (٢)

٩- محمد عارف (محمد حسن) نظاماڻي ولد غلام محمد نظاماڻيءَ جو چوڻ آهي تہ حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي وفات کان ڪجهہ پوءِ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي منهنجي مامي جي ڌيءُ سان نڪاح ڪيو پوءِ انهيءَ سلسلي ۾ هڪ ڏينهن اچي اسان جي مائٽن ۾ لٿو گهڻا ماڻهو مٿي ۽ پيرن

(١) ماهوار نئي زندگي: نمبر ٣، جلد ٣٥، اپريل ١٩٩٢ع
(٢) ملفوظات پير محمد راشد رحہ: حصو ٻيو، ص - ٦٢ ۽ حصو ٽيون، ص - ٢٨

اڳهاڙا جوش ۽ خروش سان مخدوم صاحب جي خدمت ۾ پهتا. آئون به ان مجلس ۾ اچي حاضر ٿيس ۾ سمورن مان مخدوم صاحب مون کي ڏاڍو پيار ڏنو. ايتري قدر جو مون کي به ٽي مهينا پاڻ سان گڏ رهايائين (١)

١٠- حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمت الله عليه ۽ مخدوم گرهوڙي صاحب جو ذڪر ڪري آيا آهيون ته گرهوڙي صاحب ننڍپڻ ۾ ئي ڀٽائي صاحب سان ملاقاتيون ڪيو هيون.

روايت آهي ته هڪ دفعي سفر دوران ڪنهن ڳوٺ جي مسجد ۾ ٻئي بزرگ نماز ادا ڪرڻ لاءِ ويا. مسجد ۾ ماڻهن زور ڏنو ته بزرگ گرهوڙي صاحب عشاء جي نماز پڙهائي. مگر گرهوڙي صاحب شاهه صاحب کي مصلي تي بيهاريو. پٺيان عالمن جو هجوم به هو، ۽ گرهوڙي صاحب پڻ انهيءَ جماعت ۾ شاهه صاحب جي پٺيان بيٺو رهيو بزرگ نماز جي تڪبير هن طرح چئي:

ماريئي نه چائي ! نه مارو پون ها مامري !!

الله اڪبر !! (٢)

ٻهرين رڪعت ۾ هڪ بيت پڙهي رڪوع ڪرڻ مهل، پنهنجو منهن اتر طرف ڦيريائون ۽ اهڙي طرح هر رڪعت ۾يري پنهنجو منهن نئين طرف ڦيرائيندا رهيا. تان جو آخري رڪعت قبلي طرف منهن ڪري نماز پوري ڪيائون سيئي عالم نماز ڇڏي جدا پڙهڻ لڳا، باقي فقط شيخ عبدالرحيم گرهوڙي شاهه لطيف جي پٺيان بيٺو رهيو. نماز کان فارغ ٿيڻ بعد جماعتين شيخ عبدالرحيم کان شاهه جي انهيءَ عجيب روش جو سبب پڇيو. بزرگ گرهوڙي فرمايو ته، "موڳا ! اوهان کي انهيءَ مام جي کهڙي خبر ؟ سڀ ڪنهن رڪعت وقت ملائڪن سڳورن ڪعبة الله کي ڦيرائي جدا جدا طرفن تي ٿي بيهاريو. تنهن ڪري اسان ٻن ڄڻن جي نماز قبول ٿي وئي. (٣)

حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جن حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان قدس سره العزيز جا صحبتي هئا لواري شريف ۾

(١) ملفوظات پير محمد راشد رحه: حصو پهريو، ص - ٦٢ ۽ حصو ٻيون، ص - ٢٨
(٢) هن طرف اشارو مهر ڪا چيلوي: مشائخ لواري شريف، (اردو) ص ٣٢ تي ڪيو آهي.
(٣) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي ص - ٦٢

ملاقات دوران کين خلافت جو اجرڪ پڻ مليو هو. (١) ۽ حضرت سلطان الاولياءُ جو جڏهن به سندس مجلس ۾ ذڪر ٿيندو هو، تڏهن شاهه صاحب بي اختيار هي بيت مبارڪ فرمائيندا هئا.

سي مون ڏٺا ماءِ، جني ڏٺو پرين کي،

تنين سندي ڪاءِ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي. (٢) ڀٽائي صاحب ۽ حضرت سلطان الاولياءِ جي ملاقات دوران گفتگو اڪثر سنڌي بيتن ۾ ٿي هئي. لواري شريف ۾ ڪجهه وقت رهڻ دوران حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح خواجه صاحب جا ڪافي بيت ڀڏا ۽ ياد ڪيا هئا. جيڪي پوءِ اڪثر پنهنجي مجلس ۾ پڙهندا هئا. سندس مريدن اهي ابيات پڻ شاهه صاحب جا سمجهي شاهه جي رسالي ۾ لکي ڇڏيا آهن. (٣) (جيڪي اڄ تائين تقريبن سيني شايع ٿيل رسالن ۾ موجود آهن.) انهن بيتن بابت حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه فرمايو آهي ته:

جي تو بيت ڀانئيا، سي آتيون آهين،

ويجهو لنئون لائين، پريان سندي پار ڏي. (سر سهڻي)

جڏهن گرهوڙي صاحب انهن بيتن جي تعريف شاهه ڀٽائي جي زبان

---

(١) چون ٿا ته وفات وقت شاهه لطيف وصيت ڪئي ته، "منهنجو ڪفن هن اجرڪ مان ڪجو. ائين نه ڪيو ويو بلڪه اهو اجرڪ سندس جنازي مٿان وڌو ويو ۽ دفن بعد سندس قبر مٿان پڙ ڪري چاڙهيو ويو.

(حوالو: ڊاڪٽر گربخشاڻي: لواري جا لعل ١٩٣۴ع ص ٧١)

انهيءَ خلافت جي چادر (اجرڪ) بابت شاهه صاحب هن طرح فرمايو آهي:

(١) جاگرڏني گودڙي، ساڻئي لاهيندي لڄ،

سندا تنهن سهڄ، چيلو چوندا ڪيترا.

(٢) جاگر ڏني گودڙي، سامون گهٽو سهاءِ،

نيئي رسائي ماءِ، اوڏين جي ادب سين.

(٣) جاگر ڏني گودڙي، سامون ڪي ٿي مرڪ،

چيلا ماري چرخ، اوڏي ويهه ادب سين. (سررامڪلي)

(٢) ڊاڪٽر گربخشاڻي : لواري جا لعل، ١٩٣۴ع ص ٧١

(٣) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: لطيفي لات، ١٩٩١ع ص، ١۴٣

مان پڏي تہ، يڪدم گرهوڙي صاحب وري شاھ صاحب جي تعريف ھن بيت مبارڪ ۾ ڪرڻ فرمائي:

آهي عبداللطيف تي، رضامنڊ و رحمان،
پڙهيائين پريت مان، باريءَ جو بيان،
جوڙي جنهن قرآن، سنڌيءَ ۾ صحي ڪيو (١)

شاھ لطيف رحہ جي ڪلام جو شهيد گرهوڙي تي ڪافي اثر پيو آهي. مگر اسان کي اھا ڳالھہ بہ ميڄڻي پوندي تہ اسلوب بيان ۾ گرهوڙي صاحب شاھ صاحب جي تتبع نہ ڪئي آهي. گرهوڙي صاحب جو انداز بيان نرالو آهي ۽ فڪر جي لحاظ کان نئين نوعيت جو آهي. گرهوڙي صاحب شاھ وانگر مختلف مثالن، تشبيهن ۽ تمثيلن ذريعي سمجهايو آهي. شاھ صاحب جو ڪلام سازن سان ڳايو ويندو آهي پر گرهوري صاحب نقشبندي سلسلي ۾ داخل هو، تنهن ڪري وٽس ڪوبہ راڳ، سرود جو سلسلو ڪونہ هو. تنهن ڪري سندس ڪلام کي سازن سان نہ ڳايو ويندو آهي. شهيد گرهوڙي، شاھ لطيف جي ڪلام کان نہ فقط واقف هو، پر انهن کان ڪافي متاثر بہ هو ۽ ٻنهي بزرگن جي لفظن، فقرن ۽ معنوي اهڃاڻن ۾ ويجهي مناسبت آهي.

ملاحظي خاطر نموني طور ڪجھہ بيت پيش ڪجن ٿا.

**شاھ ڀٽائي رحہ جو ڪلام**

(١) سرمون سرخي جو، جڏهن پاتو جن،
تڏهن ڏٺو تن، رونق ريٽي جهڙو
(آسا)

(٢) مون سارئيندي سپرين، اڃين جي تون هاڻ
ڪريان روح رهاڻ، لڪن منجھ لطيف چئي
(بروو سنڌي)

(٣) پيهي جان پاڻ ۾، ڪيم روح رهاڻ،
نڪو ڏونگر ڏيھ ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهو ٿيس پاڻ، سسئي تان سور ٿيا.
(سسئي آبري)

**شهيد گرهوڙي رحہ جو ڪلام**

لاڳاپا هن لوڪ جا، جڏهن ڇڏيا جن،
تڏهن ڏٺو تن، ڏونگر وارو سپرين.
(سسئي)

اڃين جي اوطاق، مون سارئيندي سپرين
مون جهڙو مشتاق، ڏسيو لاهي ڏڪڙا.
(بروو)

سنڌي دل درياھ ۾، جان وياسون پيهي،
نڪو آدم نہ آدمي، نڪي اسين ئي،
وائي ٿي ويئي، تہ هيڪوئي هڪ ٿيو.
(يمن ڪلياڻ)

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي ١٩٥٦ع ص ٦٣

## شاهه ڀٽائي رحه جو ڪلام

(۴) اکيون سيئي ڦار، جن سين پسين پرين کي،
ٻئي ڏانهن ڪيم نهار، ڳهڻو ريسارو سپرين.
(آسا)

(۵) محبت پاڻي من ۾، رنڊ اروڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ توريو آگهايو.
(ڪاپائتي)

(٦) سکو سپن ڪان، سرتيون ريت سکڻ جي،
مگن جر مٿان، اوري ڪن نه آسرو.
(مارئي)

(٧) احد احمد پاڻ ۾، وچان ميم فرق،
آهي مستغرق، عالم انهي ڳالهه ۾.

(۸) ڇڏيم حج هلڻ جي، چکيم چاڙهيڪا،
اديون آڙيڪا، هيڙي پيم هوت سين.
(حسيني)

(۹) اکي ائين هياس، جو پنهون ڏوتم ڪيڙا،
هاٿي ائين ٿياس، جو جت نه نينم پاڻ سين.
(حسيني)

(۱۰) ڪاري رات اڇو ڏينهن، اي صفتان نور،
جتي هوت حضور، اتي رنگ نه روپ ڪو.
(ڪاموڙي)

(۱۱) هاري هنئون م لوڏ، سکن پوندئن سسئي،
ڪوهيارو تو ڪوڏ، اڇي ڪره قطاريو.
(حسيني)

(۱۲) پاڻيءَ مٿي جهوپڙا، مورک اڃ مرن،
ساهان وڏو سپرين، لوچي تان نه لهن،
دم نه سڃاڻن، دانهو ڪن مٿن جڻن
(سسئي آبري)

## شهيد ڳرهوڙي رحه جو ڪلام

اکا ٻتي وار، سڀتي سور پرائيو،
ٻئي ڏانهن ڪيم نهار، سڄڻ ريسارو ڳهڻو.
(آسا)

آڌي رات اتي ڪري، پيرڻ پيرو جن،
ڪاپو سنڌو تن، اڻ توريو اگهايو.
(ڪاپائتي)

سرتيون سپن ڪان، سکو ريت سکڻ جي،
اوڏي اوڏيائي نه اڃي، گهري آب مٿان.
(مارئي)

احمد سوئي احد ٿيو، وٺو ميم وچان،
انا احمد بلا ميم، سيو فرق فنا.

حجت ڇڏي هل، من ماري ميڻ ڪر،
انهيءَ پرا ڪمل، دوس گڏ ٻيءَ دادلو.
(سسئي)

عشق اگهاڙيس جيڏيون، پڌر ٿي پياس
ههڙي تا نه هياس، پرستر سڪ وڃائيو.
(سسئي)

الله ڪارو اوجرو محمد نور نبات،
نور صفاتي سوجهرو، ذات نسوري رات.
(ڪالياڻ)

ٻڙي ٻانه م لوڏ، ڇورين ابيتين سين،
هل م تن سين هوڏ، جي هلون ڪوهياري ڪوڏ ٻئي
(سسئي)

هيئيان ڍيند مچي مري، مٿان مهاڻي،
ڪئن ڪرپاڻي، تا اندا مرن اڃ سين.

(آسا)

| شاهه ڀٽائي رحه جو ڪلام | شهيد گرهوڙي رحه جو ڪلام |
|---|---|
| (۱۳) حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري، لڳي مات مروئن کي، ڏونگر پون ڏري، وڄن وڻ ٻري، اوڀڙ ايري ڪين ڪي. (آسا) | ڏونگر جي ڏسين ڪڏهين، رتي مون منجهان، تہ پرزا ٿي پلڪ ۾، هوند ڦاٽي في الحال |
| (۱۴) هٿين پيرن، مونڙيئن، هلچ ساڻ هنيئن، عشق آري چام جو، نباهي نئين، جان جان ٿي جئين، تان پاڙج ڪوم پنهون سين (معذوري) | سڄڻ جيڏانهين، ڪاتيڏانهين هٿ ڪٽي، هٿين، مونين پيٽ ۾، سران تيڏانهين، مان ڪيڏانهين، ڪوڏو ريندي ڏس پوي. (سسئي) |
| (۱۵) پٽ نہ پرهيان سومرا، جان ڪي جيان، آءُ ڪيئن لوئي لاهيان، ڪارڻ ٻن ڏينهان، جانسين ٿي جيان، ڪانڌ نہ ڪنديس ڪي ٻيو (مارئي) | جيڪر آءُ جيان، تہ پٽ پرهيان سومرا، پاٽي پٽاشن جو، پايو پوچ ٻيان، ڪائي ڪاچ خوشيءِ مان، ماهه پڻ مچايان، پر ڪارڻ ٻن ڏينهان، ٿي لاهيندي لڄ مران (مارئي) |
| (۱۶) مر سيني مارئي، مٺي مر جائي، جه اڇي امر ڪوٽ ۾ لوئي لڄائي، جاسانگين سيڏائي، ساڪين مر ڪي ماڙيين (مارئي) | پلي جائي مارئي، جنهن مارو ملهائيا، ستيءِ ساماڻي، ٻڌا موڙ ملير ڪي (مارئي) |

خليفي محمود ڪڙيئي گهنور واري ڪان روايت آهي تہ، هڪ دفعي حضرت پير محمد راشد رحمة الله عليہ ڪنگري واري ڪان حضرت شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ حضرت مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي جي حالات بابت عرض ڪيو تہ ڪهڙيءَ طرح هئا؟

پاڻ جواب ۾ فرمايائون تہ، حضرت شاهہ ڀٽائي قدس سره کي عشق، محبت ۽ طلب جو شوق بي حد گهڻو هو. مگر حضرت مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره حقيقت ۽ اسرارن جا دريا هئا. (۱)

۱۱- هڪ دفعي گرهوڙي صاحب، مير بجار خان، سندس وزير معروف (مارو) ٿيبو (جيڪو پڻ لواري وارن بزرگن جو مريد ۽ گرهوڙي صاحب

(۱) خليفہ ڪڙيہ وارو: ملفوظات پير محمد راشد رحہ، حصو ٻيو ص - ۸

جو صحبتي هو.) ۽ سيد الله بخش شاهہ پاڻ ۾ گڏجي ماني پٽي ڪاڙي. جڏهن ڪاڙو ڪاٽي فارغ ٿيا، تڏهين ڳالهين ڪندي حضرت شيخ گرهوڙي فرمايو تہ: "اسين چارئي شهيد ٿينداسين." مير بجار خان گرهوڙي صاحب ڪان پڇيو تہ قبلا! ٻڌائي سگهندا تہ منهنجي پڇاڙي ڪيئن ٿيندي. پاڻ فرمايائون تہ: "اوير ڪان بہ بگهڙ ايندا، جي اچي تنهنجو پيٽ ڦاڙيندا". آخرڪار ٿيو بہ ائين، جوڌپور ڪان ٻہ راجپوت آيا، جن ٻنهي خنجر هٽي ڪيس ماري وڌو. سيد الله بخش کي فرمايائون تہ توکي حسيني درجو حاصل ٿيندو." آخر ان کي هڪ سخت واقعو پيش آيو، جنهن جي ڪري آل عيال سميت منهن ڏئي اٿي پڳو. لاچار اچ ڪان ماندا ٿي هڪ پاٽيءَ جي چشمي وٽ پهتا، جتي شهادت جو شربت چکيائون. مير بجار، حجاب لاهي پڇيو تہ ڀلا ٻڌايو تہ اوهان جو موت ڪيئن ٿيندو. تڏهن پاڻ جلالت ۾ اچي فرمايائون تہ: "مون کي بہ حسيني شهادت نصيب ٿيندي." انهيءَ ٻڌڻ تي ماروءَ ٿيبي رڙ ڪري عرض ڪيو تہ قبلا! آءٌ ڪيئن جهان ڇڏيندس. گرهوڙي صاحب فرمايو تہ: " پنهنجا رت، گڏبا."(١)

## بزرگ گرهوڙيءَ جا ٽي ڪارناما

مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ گرهوڙي صاحب حضرت رسول ڪريم ﷺ جن ڪان هڪ ڪاغذ تي ٽن ڪمن لاءِ اجازت جون ٽي مهرون هٿايون هيون. جن جو واسطو هيٺين ڪارنامن سان هو.

## "پهريون ڪارنامون"

پهريون ڪم گرهوڙي صاحب يڪدم هٿ ۾ جيڪو ڪنيو، سو هو پير پٿوري جي ڏيوري ڊهرائي، مٿس قبر ٺهرايائين ۽ ٻانگ ڏياريائين. ان ڪان پوءِ جڏهن ميلو لڳندو هو، تڏهن سندس ماڻهو انهيءَ موقعي تي اچي قبر تي ٻانگ ڏيندو هو ۽ ماڻهن کي ٻڌائيندو هو تہ پير پٿرو مسلمان آهي نہ هندو، جٿين سندس مريد مينگهواڙ سمجهندا آهن. پير پٿورو اصل ۾ غوث بهاؤالدين (زڪريا) ملتان واري جو مريد هو. ۽ ستين صدي هجريءَ ۾ ٿي گذريو آهي ۽ وڏيءَ ڪرامت جو صاحب هو. هرسال بدي مهيني جي پهرين تاريخ مٿس، ڊام

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٣٨

ڏوم سان ميلو لڳندو آهي. (١)

## ٻيو ڪارنامو

پراڻ جي پٽ ۾ ٽنڊو جان محمد کان اتر طرف ۾ شيطاني ٽڙ هئا، جن ۾ جادوگر رهندا هئا، جي جادوءِ جي زور تي ماڻهن کي ڪاريندا هئا. پاڻ گرهوڙي صاحب ٻن چئن کي انهن شيطاني ٽڙن جي ڪپڻ لاءِ سنبرايو ۽ کين هدايت ڪئي ته، مان ٿو انهن جادوگرن جي ننڍ ٻڌان ۽ اوهين وڃي ٽڙ ڪپيو. انهن ٽڙن جي اندران ۾ نانگ نڪرندا، جن کي جيڪڏهن اڇٽ ماري وجهندا ته آئينده شيطاني ڪم ڪونه ٿيندا. جي نه ته انهيءَ جاءِ تي ميلو لڳندو رهندو. ٻيو چيائين ته جيڪڏهن ٻئي جادوگر جاڳي پون ته يڪدم ولي پڇجو، نه ته جان جو جوکو آهي. مان اوهان کي زمين تنگ ڪري ڪٽي وٺندس. آخرڪار گرهوڙي صاحب جا ٻئي ماڻهون منزل مقصود ته پهتا. حڪم موجب هڪ ٽڙ ڪپيائون، ته برابر ٽڙ مان نانگ نڪتو. جنهن کي يڪدم ماري وڌائون وري ٻيو وڻ ڪپيائون، ۽ نانگ به نڪتو، پر جادوگر جاڳي پيا. گرهوڙي صاحب جا ماڻهو اتي ٻڏا. تان جو اچي گرهوڙ ڪان نڪتا. هن جاءِ تي اڄا ميلو لڳندو آهي. جنهن کي آمريءَ جو ميلو سڏيندا آهن. (٢)

چون ٿا ته ان آمريءَ وٽ حضرت غوث بهاؤالدين زڪريا ملتاني وڻ هيٺان اچي چلو ڪڍيوهو. جيڪا جاءِ پوين لاءِ متبرڪ بنجي وئي. جنهن کي "سمن صالحن" ڪوٺيو ويو. اها آمري پوءِ آهستي آهستي پوڄڻ لڳي هئي. (٣)

## ٽيون ڪارنامو

مهاڏيو جي مڙهيءَ جو ذڪر

مهاڏيو جي مڙهي خيرپور رياست جي ريگستان ۾ راڻا سر ڪان پر پرو "هتونگي" جي ڳوٺ ۾ هئي. (۴) چون ٿا ته انهيءَ مڙهيءَ جو بنياد ٥٠٠

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٣٦
(٢) ڊڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٣٧
(٣) ماهواري نئي زندگي: ڊسمبر ١٩٨١ع
(۴) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي ص ٣٨

هہ (1106) ۾ ٻائي مهاڏيو ٻانا نالي مجوسي ڪافر رکيو هو. وقت بوقت ان جا مهنت بدلبا پئي آيا. (١) روايت آهي تہ مڙهيءَ جو برپا ڪندڙ گنگا نديءَ مان پاڻي ڪٽي نڪتو هو. انهيءَ ارادي سان تہ ڪٿي هڪ وڏي مڙهي (مندر) ٺاهي وڃي وهان ءَ دل ۾ رٿيو هئائين تہ جنهن هنڌ جو پاڻي گنگا جر سان تور ۾ هڪ جيترو بيهندو. اتي اها مڙهي اڏائي ويندي. گهڻائي ڏيهہ ڏوريائين. مگر پاڻي يا وزن ۾ گهٽ ٿي بيٺو يا وڌيڪ. آخر جڏهن رلندي رلندي هتونگو وٽ آيو، تڏهن اتي جو پاڻي گنگا جر سان برابر ٿيو. پوءِ اهو ٻائو اتي مڙهي ٻڌي ويهي رهيو. ءَ انهيءَ ڪي مهاڏيوجي مڙهي يا مهاڏيو جو مندر ڪري سڏيائين. آهستي آهستي ان جي چوگرد هڪ شهر بنجي ويو. انهيءَ مڙهيءَ جي مهنت کي جادوءَ جي زور تي ڏاڍي طاقت هوندي هئي، جنهن ڪري سڄو ملڪ نميو پيو هوندو هو. چيو وڃي ٿو تہ اوائل ۾ مڙهي جو مهنت پنهنجي مرڻي ڪو نہ مرندو هو. بلڪ پاڻ کي جٿري دفنائيندو هو. وڏي ڪوهي کٽائي انهيءَ اندر مهنت وهندو هو ءَ تنهن بعد سائن سوٽن سان وٺي مٿس لوڻ پلٽيندا هئا. پوءِ اڌ ڪن ڪوهي لوڻ سان ڀري مٿي وجهي، مٿانس ڏيوري ٺهرائي ڇڏيندا هئا. آهستي آهستي اهي ڏيوريون ڊهي زمين دوز ٿي ويندي هيون، جڏهن مهاڏيو جي مڙهي مسلمانن جي قبضي ۾ آئي. جيئن هيٺ ذڪر ايندو، تڏهن انهيءَ زمين اندر کوهيون کوٽيندي ٻن ٽن هنڌان لوڻ مان ماڻهن جا مڙهہ نظر آيا هئا. (٢)

# مهاڏيو جي مڙهي تي چڙهائي

حضرت شيخ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره اڪثر الهيٰ قرب جي مرتبن ءَ شهادت ڪبريٰ جي حاسلات هوندي بہ شهادت صغريٰ جا شائق هوندا هئا. (٣) ظاهر ۾ خواهہ باطن ۾ مجاهد اعظم هو. جهاد اڪبر ۾ تہ اڳيئي فتحياب ٿي چڪو هو. ليڪن ڪيس اهو بہ شوق هوندو هو تہ جهاد اصغر جو موقعو ملي تہ ان ۾ بہ فتح پائجي. قرآن پاڪ ۾ ٻين جي عبادتگاهن کي ڊاهڻ جي سخت ممانعت آهي. مخدوم صاحب کي هندو ڌرم يا ان جي عبادتگاهن

(١) ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور: عظيم سنڌي انسان ص ٣١٠
(٢) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ٣٩
(٣) مير بلوچ خان ٽالپر: فردوس العارفين (قلمي) ص ١٢٧

سان، سچي مسلمان جي حيثيت ۾، دشمني ڪانه هئي. (بلڪ ڪيترائي هندو حضرت سلطان الاولياء جا مريد هوندا هئا جن ۾ موتيو فقير، وتايو فقير، اوڀايو فقير وغيره. موجود هوندا هئا.) پر گرهوڙي صاحب الهيٰ حڪم موجب مڙهيءَ خلاف جهاد جو اعلان ڪيو. ڇاڪاڻ ته اتان جو سوامي جادو جا ڪرشما ڏيکاري، ابوجهه ۽ اڻ پڙهيل مسلمانن کي برغلائي ۽ متن ذهن نشين ڪرائيندو هو ته هو "زنده خدا آهن." (۱) ان سبب ڪري ئي ان سواميءَ سان لڙائي لاءِ بزرگ گرهوڙي صاحب روانو ٿيو هو.

ٻارهين صدي هجري جي آخر ۾ مهاڏيو جي مڙهيءَ جو مهنت سوامي دت گر نالي هو. جو پنهنجي نندي ياءِ گرت گر جي حمايت سان وڏي هستي رکندو هو. هندو خواهه مسلمان هزارن جي تعداد ۾ سندس پوئلڳ هئا. ۽ گهٽي پسگردائي ۾ سندس ميتا هلندي هئي. سندس لنگر هميشه جاري هو. تنهن ڪري آيو ويو سڌس نمڪائي سندس اراد تمنديءَ جو دم ڀريندو هو. چانهيا ۽ گجو ذات جا ملسمان پڻ سندس مريد هوندا هئا. انهن جي استدعاتي سوامي دت گر ڪين شڌ ڪري وري هندو ڌرم ۾ داخل ڪندو ٿي ويو. جڏهن ڪان مسلمانن جي مرتد ٿيڻ جو پڙلاءِ گرهوڙي صاحب جي ڪن تي پيو، تڏهن ڪان وٽي دلي ارادو هوندو هوس ته اها مڙهي ڊاهي ساري ماڻداڻ کي نابود ڪري ڇڏيان. (۲)

هڪ دفعي لواري شريف ڏي ويندي، ڪن واٽهڙن ڪان خبر پيس ته بتخانو اڳي ڪان بہ ابتر ٿي ويو آهي. اها ڳالهه ٻڌي ڪين ڏاڍو جوش آيو ۽ ساٿين کي چيائين ته: "پوئتي موٽو،جو بتخاني جو ڊاهڻ ضروري آهي." پوءِ هڪ درويش کي پنهنجي طرفان، حضرت محبوب الصمد خواجه گل محمد قدس سره (۱۱۷۷هه - ۱۲۱۸هه) جي حضور ۾ روانو ڪيائين. انهيءَ درويش خواجه صاحب جن جي حضور ۾ پهچي سربسته احوال عرض ڪيو ته، گرهوڙي صاحب موڪلائڻ مهل هي بيت پڙهيو هو.

جنهن ڪن تو پايا ڪوڙ مان، تنهن کي ڪهاڙو؟
ماٿس ستاڙو، پٽس نالو ڪينڪي.

(۱) پروفيسر علي نواز جتوئي: شهيد گرهوڙي جو سنڌي ڪلام ص ۱۱
(۲) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي ص، ۳۹

(يعني ڪوڏ وچان ڪن تو پايل جوکيءَ کي ڪابہ پرواهہ ڪانهي، تہ سندس پيءُ ڪير هو ۽ سندس ماءُ ستاوڙا پٽي ڪري.)

"گرهوڙي صاحب بيت پڙهڻ وقت رنو هو. پر مون کي روئڻ نٿو اچي." حضرت خواجہ صاحب جن اهو سنيهو سٽي ڏاڍو افسوس ڪيو ۽ فرمايائون تہ: "حضرت شيخ رحہ پنهنجي عمر جي پڇاڙي ڏني آهي. پاڻ بزرگ گرهوڙي ڳوٺ گرهوڙ پهچي پڙهو گهمرايو تہ: "آهي ڪو غازي جو جهاد في سبيل الله ۾ ساهہ ڏئي؟" مگر هلي اهو، جنهن کي ڦٽي ڏيڻ جيڏي ڏاڙهي هجي. ڪل سندس ساٿين ۽ مريدن جو تعداد اصحاب بدر جي تعداد ٣١٣ جيترو هو. (١) جن حق جو نعرو ٻڌي سندس هڪل تي لبيڪ چئي جان فدا ڪرڻ جو واعدو ڪيو. پر ڪي اهڙا بہ ضعيف الايمان ٻانهيا هئا جن بزرگ جي عزم کي سست ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي ۽ کيس چيائون تہ: "قبلا! ٻائي جي مڙهي جادوءَ جو مرڪز آهي ۽ ان کي فتح ڪرڻ ڪا چرچي يا مذاق جي ڳالهہ ناهي تنهنڪري تڪڙ ڪان ڪم وٺڻ سراسر غلط ٿيندو ۽ اوهان وري پنهنجي فيصلي تي غور ڪريو. مگر شهيد اعظم مجاهد في سبيل الله جن سونن لفظن ۾ جواب فرمايو تہ: "فتح هر حال اسان جي آهي."

"جي هوءَ مڙهي (ٻائي واري) ڀڳي تہ بہ فتح اسانجي، جي هيءُ مڙهي (پنهنجي جسم ڏانهن اشارو) ڀڳي تہ بہ فتح اسانجي."

ماڻهن گهڻي ڪوشش ڪئي تہ گرهوڙي صاحب باز اچي. پر گرهوڙي صاحب نہ مڙيو. سندس والده صاحبہ کي ماڻهن سيڪاريو تہ توهين کيس منع ڪريو. ۽ جيڪڏهن نہ مڃي تہ کيس چئجو تہ: "مان تنهنجي والده آهيان، منهنجو فرض لاهي پوءِ پلي وڃ." ماڻهن سمجهيو تہ گرهوڙي صاحب عالم آهي، ماءُ جي منع تي مڙي ويندو. سو والده صاحب کيس منع ڪئي. ۽ چيائين تہ منهنجو حق ادا ڪري پوءِ وڃ. تنهن تي بزرگ جواب ڏنس تہ: "مون تنهنجو حق اڳيئي لاهي ڇڏيو آهي. جو تون اڄان پڙي سان ننڍڙي هئينءَ تہ توکي جهڪ ڪنيو پٽي ويئي، مون توکي انهيءَ جهڪ کان بچايو هو."

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي روايت آهي تہ جڏهن گرهوڙي صاحب جهاد لاءِ روانو ٿيو، تڏهن سندس نياڻيون کيس روڪڻ لاءِ قرآن

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽي، ساٿين جو تعداد ٧٢ ڄاڻايو آهي.

شريف ميڙ ڪٺي آيون. جنهن تي چيائين ته:

ڳورائي هئي پار، هورو پار نه هيڪڙو،

وهان ته ويرم پئي، نينهن م پوءِ نهار،

هتي واعدي جي وار، هتي سونون ڏينم سرتيون (۱)

روانی تيڻ وقت هڪ خط مارو تيپي هٿان مير بجار خان ڏي لکي موڪليائين، (جنهن جو ذڪر اڳتي جدا ايندو.) ۽ هي نياپو ڏنائين ته: "جنهن جي نياپي تي مون توهان کي دنيوي رهائش لاءِ هڪ زمين جو ٽڪر هٿ ڪري ڏنو هو، انهيءَ نياپي موڪليندڙ (يعني رسول ڪريم ﷺ) جي حڪم سان مان هتان روانو ٿيان ٿو. توتي هاڻي فرض آهي ته اچي منهنجي مدد ڪر." حڪم موجب مارو تيپو مير بجار خان کي وڃي خط ڏنو. مير کي انهيءَ وقت ايمان چڙي ويو. پاڻ ته ڪونه آيو پر مدد به ڪانه موڪليائين. مير صاحب جواب ڏياري موڪليو ته، توهين ۽ مهنت ٻئي فقير آهيو، اسان جو انهيءَ ۾ ڪو واسطو نه آهي. جيئن اوهان کي وڻي تئين ڪريو. هوڏانهن مهنت کي چوائي موڪليائين ته اسان جو مگرئي صاحب جي ڪاهه سان ڪوبه واسطو ڪونه آهي، توهان مگريي فقير ساڻ ڪهڙو به سلوڪ ڪري سگهو ٿا (۲) روايت آهي ته شادي پلي ۾ انس پلي نالي هڪ شخص هو، جو پڻ تسبيح ڪنيو پيو ٺڙڪائيندو هو ۽ شيخ گرهوڙي کي چيو هٿائين ته آءٌ به جهاد تي هلندس. جڏهن جهاد لاءِ تياري ٿي ته گرهوڙي صاحب انس پلي کي سڏيو. مگر هن چيو ته اوهين هلو آءٌ اچان ٿو. انهيءَ تي گرهوڙي صاحب چيو ته:

انس پلي، ٺڙ ٺڙ ٺلهي،

جيڏانهن ميدان علي، تيڏانهن پير نه ڪٺي پلي. (۳)

گرهوڙ کان پهرين منزل "رڪن ڍليار" وٽ ڪيائون، جو ڪپري کان ۵ ميل اوير ۾ آهي. اتي ٽيهن وٽ سرينهن جي وڻ هيٺ ڏينهن ٽاريائون. مارو ۽ الياس تيپو ٻئي پائر جهاد لاءِ تيار ٿيا. پر پاڻ الياس کي پوئتي ڪهرجي سنڀال لاءِ ڇڏيائون، ۽ فقط مارو ء کي ساڻ ڪنيائون. اتان ڪوچ ڪري راڙ جي سيدن ۾ آيا. سيدن کي چيائون ته: "اوهين سونهان ٿي هلو." سيدن چيو ته: "مهنت

(۱) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص ۴۱

(۲) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص - ۴۲

(۳) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: جنگنامه، ص ۱۵۴

تمام ڪرڙو آهي ۽ هي لشڪر ڪڏهن بہ ڪونہ ڪٽندو ۽ جيڪڏهن مهنت کي خبر پئي تہ اسان اوهان جي مدد ڪئي آهي تہ اسان کي پيڙي ڇڏيندو." ائين چئي هلڻ کان انڪار ڪيائون. سندن مجلس ۾ هڪ شخص ڪامل ڪوري نالي هو. جنهن چيو تہ: "قبلا، مان تازو اتان ان خريد ڪري آيو آهيان واٽ آءُ بہ ڏيکاري سگهندس. تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ: "جڏهن تون هن لشڪر جو هن وقت سونهو ٿيو هلين ٿو، تڏهن ڏينهن قيامت جي بہ هن لشڪر جو سونهو ٿي هلندين. هن سيدن جي سيدي وٺي تو ڏيان ڪورين کي، ۽ ڪورين جي ڪورپ وٺي تو ڏيان راڄ جي سيدن کي." راڄ، ڪپري تعلقي ۾ هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، جتي اڄا تائين ڪيترائي سيد ويٺا آهن. جي ڪورڪو ڪم پيا ڪن. ڪامل ڪوريءَ جاپويان اڄا تائين گرهوڙي صاحب جي درگاهہ جا مجاور ٿيا اچن.

آخر راڄ کان رڙهي اچي ڪپري کان اٽڪل ٽيهہ ڪوهہ اوير طرف جتي بہ تڙ هئا. هڪ "رهو"، ٻيو "ڏيڏرو"، رهو مڙهيءَ کان ۴ ميل ڏکڻ ۽ ڏيڏرو ۳ ميل اولهہ هو. فقير عبدالرحيم رحہ ڏيڏرو تڙ تي هڪ ڪنڊيءَ هيٺ اچي لٿو. جا تڙ کان الهندي طرف دڙي تي بيٺل هئي. هن ساري لشڪر ۾ فقط هڪ ڏور دار بندوق هئي. (۱)

## مهنت جي جادويءَ جو ذڪر

مهنت وٽ هڪ ڪشتو هوندو هو. جيڪو هر طرف کان ان، گيهہ ۽ گوشت وغيره گڏ ڪري اچي سندس ديگ ۾ وجهندو هو. جا رجهي تيار ٿيندي هئي، ۽ ان مان اتي جا رهاڪو، هندو خواه مسلمان، کائيندا هئا. انهيءَ ديگ ۾ اهڙي حڪمت هئي، جو سوين ماڻهو کائي اٿندا هئا. پر هوءَ اوتري جي اوتري رهندي هئي. (۲) ازانسواءِ کهڙو بہ مريض وٽس ايندو هو، تہ مٿس بہ ٽي لفظ پڙهي شوڪاريندو هو، تہ مرض لهي ويندو هو. انهن ٻنهي ڪرامتن جي ڪري ماڻهن ۾ گهڻي مهنت جي ميجتا هوندي هئي.

(۱) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي ص - ۵۰

(۲) اها جادوءَ جي ديگ عام نمائش لاءِ حضرت سلطان الاولياء جي مقبري واري صحن جي ڏکڻ اوير واري ڪنڊ ۾ سلامت رکيل آهي. مٿس سنسڪرت ۾ اکر لکيل آهن.

شيخ عبدالرحيم صاحب شهر جي ويجهو وارد ٿيڻ شرط هڪ جتيءَ جو پادر لاهي (١) انهيءَ کي حڪم ڏنو ته: "ڪشتي کي ڪيڏانهن به نه ڇڏ ج." سو ڪشتو جيڏانهن وڃي تيڏانهن موچڙا ڪايو موٽيو اچي ساميءَ جي اڳيان ڪري. سامي حيران ٿي چيو ته شايد ڪو جادوگر آيو آهي. جو ڪشتي کي گدائيءَ کان روڪي ٿو. چوڌاري ماڻهو موڪليائين جن اچي خبر ڏنس ته هيو ته شهر جي سپاس ۾ ڪونه آيو آهي. سواء گرهوڙ واري مگريي فقير جي ساميءَ کي اڳيئي سڌ هئي ته بزرگ مگريو صاحب وڏو درويش آهي. جنهن ميرن کي سنڌ وٺي ڏني هئي. روايت آهي ته ڪلهوڙن جي آخري حاڪم، شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ کي دارالخلافه خداآباد ۾ طلب ڪيو. پروگرام مطابق گرهوڙي صاحب هٿ ۾ تسبيح کڻي ورد وظيفا پڙهندو وڃي دربار حال ۾ پهتو حاڪم ڪيس ڏسي ٽوڪ وچان چيو ته فقير هٿ ۾ چا اٿئي؟ گرهوڙي صاحب وراڻيو ته ابا تسبيح آهي ته ڪلهوڙي حاڪم وري به ٽوڪ زني ڪندي چيو ته هسبي. گرهوڙي صاحب وري به ڪيس وراڻيو ته نه بابا هيءَ تسبيح آهي، ليڪن بادشاهه وري به چيو ته هسبي ته پوء آخر گرهوڙي صاحب جلال مان فرمايو ته ها:

اللهم حسبي، ڪلهوڙن کان ڪسبي،
ميرن کي ڏسبي، تنهان پوء پسبي.

آخر ٿيو به ائين جو يڪدم ڪلهوڙن کان سنڌ جي حڪومت کسجي وئي ۽ ميرن کي ملي. (٢)

تنهن تي ساميءَ جي نندي ياءُ گرت گر ڪيس چيو ته هن کي ميرن جي ضرور مدد هوندي ۽ ازانسواء فقير به آهي. انهيءَ سبب ساڻس وڙهڻ چڱو ناهي، بهتر ٿيندو ته منت ڪري جند ڇڏائجي، ۽ ڪيس ڪجهه ڏن ڏيئي پوئتي موٽائجي. دت گر کي اها صلاح وڻي، ۽ هيءَ جٿا گرهوڙي صاحب وٽ لنگهي ويا. ڪهٽيون ئي منٿو آزيون ڪيانوس، سون هيرن جواهرن ۽ سهڻين عورتن جي

(١) هي روايت آهي ته، شاهه پٽائي جيڪا جمني بزرگ گرهوڙي کي تحفه ۾ ڏني هئي. انکي گرهوڙي حڪم ڪيو ته: "جادوگر واري ڪشتي کي مٺاء."
جنهن ڪشتي کي شڪست ڏني هئي.

(٢)مگريون رفيق احمد بازيد پوري (مضمون) سوانح حيات شهيد عبدالرحيم گرهوڙي صاحب

لالچ ڏنائونس. مگر گرهوڙي صاحب سيني آچن کان انڪار ڪيو، بلڪ ٻنهي ياڙن کي اسلام جي دعوت ڏنائين، ۽ ڪيس صاف چيائن تہ: ”جيڪڏهن ايمان نہ آڻيندا تہ مان جنگ کان ڪين گسندس. ٻنهي جڏهن ايمان آڻڻ کان نابري واري، تنهن تي پاڻ ڪين چار شرط واڌائين، ۽ فرمايائين تہ جيڪڏهن انهن ڪوبہ شرط قبول نہ ڪيو تہ پوءِ پنجون شرط تلوار جو آهي، جا پاڻهي فيصلو ڪندي.

## شرطن جو ذڪر (١)

**پهريون شرط:** هندن جو سردار اسان وٽ اچي، اسين ڪيس چاليهہ ڏينهن درين کان سواءِ جاءِ ۾ بند ڪري ٻاهران قفل ڏيئي ڇڏينداسون. اهڙي طرح آءٌ جو مسلمانن جو مهندار آهيان سو وٽن چاليهہ راتيون قفل اندر بند رهندس، پوءِ جيڪو بہ اسان مان فوت ٿيو، تنهنجو لشڪر آڻ مڃيندو.

**ٻيو شرط:** هڪ ميدان مقرر ڪجي، هندن جو لشڪر هڪڙي طرف بيهي ۽ مسلمانن جو ٻي طرف سامهون بيهي، پوءِ مان ۽ هندن جو سردار ميدان ۾ ملهہ وڙهنداسون، جيڪڏهن ٽئي دفعا آءٌ مٿس غالب پيس تہ هو مسلمان ٿيندو، نہ تہ آءٌ جٽيو ٻڌي لشڪر سميت سندس تابع ٿيندس.

**ٽيون شرط:** مون کي ۽ هندن جي سرگروهہ کي، سيني ماٺهن جي سامهون ساهمي ۾ توريو. جيڪڏهن هو ٿلهائي جي ڪري ڳرو ٿيو تہ آءٌ سندس رسمون پاڻتي هموار ڪندس، پر جيڪڏهن آءٌ باوجود ڏٻرائپ جي وزن ۾ وڌيڪ ٿيس تہ هو مسلمان ٿيندو.

**چوٿون شرط:** هندو پنهنجي بت اڳيان راڳ روپ ۽ ريتون رسمون ڪن، جڏهن جوش ۾ اچن، تڏهن آءٌ تن تنها حاضر ٿيندس پوءِ جيڪڏهن مون تي تصرف هلائي پنهنجو ڪيائون تہ آءٌ سندن تابعداري قبول ڪندس. يا آءٌ ذڪر جي حلقي ۾ ويهان ٿو، هندن جو سردار اڪيلو اچي اچا اوڻيهہ وکون پري هوندو تہ ڪلمہ شهادت بلند آواز سان پڙهي مسلمانن جي دين ۾ داخل ٿيندو.

**پنجون شرط:** جهاد آهي، جنهن لاءِ اسين هتي آيا آهيون. مٿيان چارئي شرط ساميءَ قبول نہ ڪيا تنهن تي گرهوڙي صاحب ڪيس ٻيو وجهہ ڏنو ۽ چيائين تہ ”اوهان ڪشتو گهرايو ۽ ڪائنس پڇو، جيئن هو چوي تيئن

(١) هي شرطن جو تفصيل، ڪلام گرهوڙي ۽ آئينہ اولياءِ تان ورتل آهي.

ڪريون. ڪشتي ڪان دريافت ڪيو ويو. پر جواب ندارد. تڏهن گرهوڙي صاحب چيو تہ هاٿي وري جمنيءَ ڪان ٿا پڇون، پوءِ جيئن چوندي تيئن ڪنداسين. ساميءَ سمجهيو تہ جمني بہ ڪشتيءَ وانگر خاموش رهندي، سو اهو شرط ڪٽي قبول ڪيائين. جمني وٺي ڪيو، "دين! دين!" ساميءَ مڪر ڪري چيو تہ جمني مان "ڏن ! ڏن !" جو آواز ٿو اچي. تنهن تي يڪدم "حق ! حق !" جو آواز اچڻ لڳو. انهيءَ ڪشمڪش تي ننديءَ ياءُ ڪرت ڪر وڏي ياءُ دت گر کي چيو تہ بهتر آهي تہ نيزاري ڪري پاڻ ڇڏائجي، نہ تہ هن بلا مان جند نہ ڇٽندي. پوءِ ٻئي يائر صلاح ڪرڻ لاءِ اجازت وٺي پنهنجي جاءِ تي ويا.

انهيءَ بعد گرهوڙي صاحب پاڻ کي ڪلهن تائين واريءَ ۾ پورايو ۽ سيني لشڪر جي ساٿين کي گڏ ڪري چيائين تہ "ڪهڙي صلاح آهي؟" سيني يڪ آواز چيو تہ، "صلاح ماهمہ آنست ڪان تراست صلاح."

(اسان سيني جي اهائي صلاح آهي، جا اوهان جي صلاح آهي.)

تنهن تي پاڻ فرمايائون تہ مون کي هيءَ ڳالهہ منظور آهي يعني تہ شهيد ٿي پورجون. سيني چيو تہ شهادت جو موت قبول ڪري آيا آهيون. تنهان پوءِ زمين ڪان ٻاهر ڪڍيائونس.

دت گر جادوگر پنهنجي جاءِ تي مس پهتو تہ مير بجار خان ٽالپر جو مخفي خط بہ اچي مليس، جنهن ۾ لکيل هو تہ اسان جو مگريبي فقير جي لڙائي سان ڪوبہ واسطو ڪونهي. اوهين پاڻ ۾ ڄاڻو، ٻنهي يائرن کي مير صاحبن جو ڊپ هو. پر جڏهن خبر پين تہ مير جو هٿ نہ آهي. تڏهن پيٽ ۾ ساهہ پين ۽ چيائون تہ انهن ماڻهن کي اجهو ٿا گهمائي وٺون. انهيءَ خيال سان وٺي پيرتي ڏونڪو هنيائون ۽ جنگ لاءِ تياري ڪرڻ لڳا. ايتري ۾ گرهوڙي صاحب کي بہ ماڻهن اچي احوال ڪيو تہ: "قبلا! ساميءَ ۽ سندس ياءُ تہ صلاح مشوري لاءِ وقت وٺي ويا هئا. مگر ڏسجي ائين پيو تہ جنگ لاءِ تياري ٿي رهي آهي." تڏهن گرهوڙي صاحب فرمايو تہ: "شايد ميربجار خان دوهہ ڪيو آهي، ٿيندس بہ ساڻس دوهہ.

"اسان پاري، بجر نہ پاري، وٺي بجر جي سرداري." (١)

هن جنگ ۾ کي ٽالپر بہ شامل هئا. جن عرض ڪيو تہ: "قبلا ! بجر تہ دغا ڪئي، پر اسان ٽالپرن ڪهڙو ڏوهہ ڪيو جو اسان کي بہ پاراتو

ڏنو ويو آهي." پاڻ فرمايائون تہ: "اوهين مير پيا سکيو پيٽ پاليندا." انهيءَ دعا جو نتيجو اهو ٿيو، جو اڄ تائين سڀ کنهن ٽالپر وٽ کجهہ نہ کجهہ زمين جو ٽکر آهي. ۽ خوش گذران ڪري رهيا آهن.

ٿوري وقت ۾ ساميءَ جو لشڪر اچي ويجهو پيو. پاڻ پنهنجي ساٿين سان اڳيرو وڌيا ۽ رامڻ ٽالپر (٢) کي حڪم ڏنائون تہ بندوق ڀري ڇڏ. رامڻ جواب ڏنو تہ مون اڳئي ڀري ڇڏي آهي، چيائونس تہ هيو ڪانہ بہ ڀري ڇڏينس ۽ جڏهن مان چوانءِ تڏهن ڇوڙج. جنگ شروع ٿيڻ وقت پاڻ رامڻ سان گڏ وڃي بيٺا. مريدن هڪ تلوار ۽ ڍال واري کي موڪليو تہ وڃي ڀر ۾

(١) رچرڊ برٽن صاحب هن طرح لکيو آهي تہ، هڪ دفعي مير بجار خان بزرگ گرهوڙي صاحب سان ملڻ ويو تہ هو انوقت ڪنهن ٻئي فقير سان گڏ ويٺو هو. بزرگ گرهوڙي مير صاحب کي ڏسي يڪدم فرمايس تہ،

"بجر ! اسان پاري، تو نہ پاري،

هاٿي ويئي تنهنجي گهران سرداري."

ٻئي فقير پڻ تائيد ڪئي:

"ادا، ڪي م چئيس، ايندا ڪاڪاٺي، پيٽ ڦاڙي ويسين."

ٿيو بہ ائين ئي جو جوڌپور جي راجا وٽان ڪاڪاٺي قوم جي ٻن رائوڙن جي هٿان مير بجار خان سن ١١٩٣هہ (١٧٨٠ع) ۾ دغاسان قتل ٿي ويو.

(حوالہ، رچرڊ برٽن: "سنڌي ۽ سنڌو نديءَ جي ماٿر ۾ رهندڙ قومون." ص ٢٢٠)

(٢) حضرت پير بادشاهہ خواجہ گل حسن قدس سره جن ڪان روايت آهي تہ حضرت خواجہ گل محمد قدس سره جن جو گرهوڙي صاحب کي اڳ ۾ ئي چيل هو تہ جهاد وقت رامڻ ٽالپر کي ساڻ ڪڻجو. جيڪو بهاراڻي خاندان جو نوجوان ڳيرو خانپور جو ويٺل هو. جنهن کي گرهوڙي صاحب واٽ تي سڏي وڏي آواز سان چيائين تہ: "بيا ! وقت اوست" (يعني هليو آ، اڄ تنهنجو وقت آهي.) هن ڳالهہ لشڪر جي سيني ماڻهن کي تعجب ۾ وڌو.

اهوئي رامڻ هو، جنهن دت گر ڪافر کي الله اڪبر چئي بندوق ڇوڙي، جا سڌي وڃي ساميءَ جي سيني ۾ لڳي ۽ گهوڙي سان ڳهلبو رهيو، آخر مري ويو. ۽ سندس لشڪر فرار ٿيو. رامڻ ٽالپر ان جنگ کان پوءِ بہ ڪافي وقت زنده هيو.

بيهه ته وقت سر ڍال سان بچاءُ ڪري سگهجي. پاڻ يڪدم ڍال واري کي فرمايائون ته:

"سپر سور ڪندياءِ، مرڻ باس ته مير ٿين !"

پوءِ ته مجاهدن ولي هندن جي لشڪر تي هلان ڪئي. گرهوڙي صاحب پاڻ نڪو هٿيار هلايو ۽ نڪي ڪو ڪاوڙ يا پٽ جو لفظ وات مان ڪڍيائون. رڳو "اياڪ نعبد وياڪ نستعين" واري آيت جو ورد ۽ الله اڪبر جي نعرن جي ڌم مچائي ڏنائين ايتري ۾ سامي دتگر ڪاريءَ گهوڙيءَ تي چڙهيل، ڪٽاري چيلهه سان ٻڌل ۽ نيزو هٿ ۾ لشڪر اڳيان گهوڙي کي ٽپائيندو ۽ ڪڏائيندو نظر آيو، جو "ماريو، ماريو !" ڪندو پي آيو. پاڻ رامڻ کي حڪم ڏنائون ته ساميءَ جي سيني ۾ بندوق هڻ. بندوق لڳڻ سان سامي گهوڙي تان آهتجي پيو ۽ سندس تنگ رڪيب ۾ ڦاسي پئي، هندن جي لشڪر جڏهن ڏٺو ته سندن سپہ سالار ڪري پيو آهي، ۽ گهوڙي ڪيس گهليندي وتي. تڏهن چيائون ته پهريائين ڀرين ساميءَ کي بچايون ۽ پوءِ هنن ماٺهن کي گرفتار ڪري ونداسين. دشمن ۾ ٿاڪوڙو ڏسي، مسلمان انهن جي لشڪر ۾ ڪاهي پيا. ساميءَ جي لشڪر تي اچي الاهي مصيبت ڪڙڪي جو سڄو ناس ٿي ويو ۽ گرهوڙي صاحب جا به ڪيترائي ساٿي شهيد ٿي ويا.

## مڙهي کي ڊاهڻ ۽ مسجد جو بنياد رکڻ

بزرگ گرهوڙي پنهنجي لشڪر کي حڪم ڏنو ته مڙهيءَ کي ڊاهيو، ۽ بتن کي ڀڃي پورا پورا ڪري ڇڏيو. ۽ لشڪر کي هدايت ڪئي ويئي ته ڪائڻ پيئڻ مباح آهي، مگر ڪنهن شيءِ کڻڻ جي اوهان کي اجازت نه آهي، ۽ لشڪر کي حڪم ڪيائين ته ان جاءِ تي مسجد ٺاهيو. پاڻ انهن جي نگراني پئي ڪيائون ۽ مسجد جي سنڀال لاءِ اتي جي هنگورا ذات جي ماڻهن مان مجاور مقرر ڪيائين ۽ مهاڏيو جي مڙهي واري شهر جو نالو مٽائي "ديهپور" رکيائون.

## شهادت جو پيالو پيئڻ

چون ٿا ته گرهوڙي صاحب جڏهن اڪيلو ڪنڌيءَ جي وڻ هيٺ ويٺي مسجد جي اڏاوت جي نگراني ڪري رهيا هئا. تڏهن وجهه وٺي لڪانو چانهيو ۽

ستابو گجو بڙڇيون لڪائي وٽس زيارت جي بهاني سان آيا ۽ ڪيس اچي سخت زخمي ڪيائون. مارو ٽيهو جو پرپرو وينو هو. جڏهن هي حال ڏنائين، تڏهن ڊوڙندو ڊوڙندو "ابو، ابو" ڪري اچي گرهوڙي صاحب جي مٿان پيو ۽ انهن ساڳين نامرادن ڪيس تلوار هڻي شهيد ڪري وڌو. اهڙو طرح گرهوڙي صاحب جيڪا ماروءَ جي حق ۾ پيشنگوئي ڪئي هئي تہ سندن رت گڏبو ساپوري ٿي. انهيءَ حادثي تي ماروءَ جي ياءِ الياس ٿيبي هي ہہ بيت چيا آهن.

ستابو ٿيو عتابو، جنهن ڏکيل ڏک هينو،
گجو گانڊو غير تي، سو اصل عتابو،
لک لعنت لڪاني کي، جنهن سورهہ ڪين سڃاتو.

عبدالرحيم اڏ ٿيو، مارو تنهن مٿا،
انهيءَ جا الياس چئي، ليڪا سپ لٿا.

گرهوڙي صاحب جا ماٿهو حملي ڪندڙن جي پويان پيا، پر بزرگ ڪين منع ڪئي ۽ چيائين تہ انهن کي ڪجهہ بہ نہ چئجو ۽ پڻ عيوض نہ وٺجو جو عيوض ڏٺي وٽ آهي، حضرت شيخ صاحب کي تلوارن ۽ نيزن جا ڳچ ڏک لڳا هئا. پاڻ لاڏاڻي وقت بار بار هي بيت پئي دهرايائون.

ستي وٽ نہ سومري، مٿو نہ ڏو تائين،
قيمتي ڪپڙا، اچا نہ اوڊيائين
ملير ماٺيائين، ستيءَ سيل سنباهيو (١)

تن ڏينهن اندر سارو انتظام پورو ڪري سومر جي ڏينهن تاريخ ١٧ ربيع الاول سن ١١٩٢ هجري مطابق ١٥ مارچ ١٧٧٨ع تي شهادت جو شربت پيتائين (٢) سندس عمران وقت ٦٣ سال هئي (٣) ۽ هيٺ ڏنل آيت سڳوريءَ ۾ بيان ڪيل مرتبي کي پهتا.

ولا تقولو المن يقتل في سبيل الله اموات بل احياءَ ولکن لا تشعرون."

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص ٥٨
(٢) ڊاڪٽر دائود پوٽو: "مضمون ۽ مقالا" ص ٩٢
(٣) اڪثر ڪتابن ۾ سندس عمر مبارڪ ٣٠ سال ڄاڻائي وئي آهي سادرست نہ آهي.

(سورة بقر)　　　يعني: "جيڪي شخص الله تعاليٰ جي رستي ۾ قتل ڪياوڃن ٿا تن کي مئل نہ چئو، بلڪ اهي جيئرا آهن، پر توهان نٿا ڄاڻو." (١) حيرت جهڙي هيءَ ڳالهہ آهي جو گرهوڙي صاحب جي بدن مان هڪ ڦڙو بہ رت جو ڪونہ نڪتو، تلوارن جا ڌڪ اندران سفيد نظر آيا ٿي. (٢) مير نظر علي "خاڪي" ٽالپر سندس شهادت تي قطعو چيو آهي. جنهن جي آخري بيت مان سندن شهادت جو ماده تاريخ نڪري ٿو:

چون تاريخ وصالش جستم ازدل،
جواب آمد، "بحق خلوت گزيده"

(يعني: جڏهن سندن وصال جي تاريخ دل کان پڇيم تہ جواب مليو تہ: "هو حق سان وڃي مليو.") (٣)

چون ٿا تہ وصال وقت امر ڪيو هئائين تہ مون کي يڪدم نہ پوريو وڃي جو چاليهن ڏينهن بعد جئرو ٿي اٿندس، پر جيڪڏهن منهنجي مڙهہ تي ڪا مک وهي تہ پوءِ هڪدم دفن ڪجو. ساٿين سندس لاش مبارڪ کي سج لٿي ڌارا لڏيو ۽ ٻئي ڏينهن سومهاڻي وقت گرهوڙ ۾ آندائون. ڪجهہ همراز ساٿي اچا پٽ تي سندن حڪم موجب ڪم ڪري رهيا هئا. تہ سندس جنازو اچي گرهوڙ ۾ پهتو سندس شهادت جو ٻڌي ڪيترائي ٽالپر اچي گرهوڙ ۾ گڏ ٿيا. جڏهن انهن کي خبر پئي تہ گرهوڙي صاحب جو هي فرمان آهي، تڏهن کين اچي ڊپ ورتو تہ جيڪڏهن گرهوڙي صاحب جيئرو ٿي اٿيو تہ اسين سخت ڏوراڀي هيٺ اچي وينداسين. جو اسان سندن سڏ نہ ورنايو هو. سو اچي تاهوت مچايائون، تہ بزرگ کي هڪدم دفن ڪيو وڃي. آخر انهن جي زور تي جنازو تڙتڪڙ ۾ زمين داخل ڪيو ويو. جڏهن سندس سچا ساٿي پهتا، تڏهن ارادو ڏيکاريائون تہ قبر کوٽي جنازو ٻاهر ڪڍي رکون. مگر خواب ۾ اشارو ٿين تہ: "اهو عام رواج جي برخلاف ٿيندو. تنهن ڪري ضرورت ناهي." سندس مقبرو پير پٺورو اسٽيشن کان ڇهہ ميل اتر طرف واقع آهي.

(١) مير بلوچ خان ٽالپر: "فردوس العارفين" (قلمي) ص ١٢٧
(٢) مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون ص ١٤٠
(٣) مير نظر علي ٽالپر: آئينہ اولياءَ، ص ٧٣

# مزار تي قبي جي اڏاوت

حضرت شهيد عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره جي مزار مبارڪ تي عاليشان مقبرو شريف، مير احمد خان شاهواڻي ٽالپر ٺهرايو. مقبري تي جيڪو پيرو مبارڪ رکيل آهي، سو پهريائين، حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان قدس سره العزيز جي مرقد مبارڪ تي هو. هٿئي پيري مبارڪ ٺهڻ ڪري اوائلي پيرو لهرائي گرهوڙي صاحب جي مزار لاءِ موڪليو ويو. جنهن جي تاريخ "رضوان من الله" يعني؛ ١٢١٣ هجري مان نڪري ٿي.

# سندس اهل و عيال

چون ٿا مخدوم شهيد ميان عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره ڪل ٥ شاديون ڪيون هيون. هڪ پنهنجي ڏاڏي پوٽي مگرياڻي مان هڪ نياڻي ٿيس جا پنهنجي ڀائيٽي عبدالله کي پرڻائي ڏنائين، ٻي ڪنين مان جنهن مان هڪ پٽ پيدا ٿيو هوس. پر ڇهن پنجن ورهين جي عمر ۾ گذاري ويو. گرهوڙي صاحب ڪنين لاءِ هميشه فرمائيندو هو ته؛

"خوش هجن ڪني، جتي سي تتي."

ٽي شادي هنگور جا قوم مان ڪيائين. ان مان ٽي نياڻيون ڄاوس، جيڪي ٽئي سيدن کي پرڻائي ڏنائين، جن جا نالاهي آهن، سيد حاجي قطب علي شاهه، سيد پير شاهه ۽ سيد ڪرم علي شاهه. بزرگ خوشيءَ مان اظهار ڪندوهو ته "سيدن سان سڱيڻو ٿيو آهيان." اهو ئي سبب آهي جو اڄ سوڏو سندس گادي نشين سيد (انهن نياڻن جي اولاد مان) ٿيندا پيا اچن، ڪيس ڪوبه نرينه اولاد ڪونه هو ڪاش جيڪر ڪيس پٽ جو اولاد هجي ها ! چو ته موجوده گادي نشين سيدن جي ايتري ته ٻي رخي ۽ بي پرواهي آهي جو ڪنهن سان ملاقات به نٿا ڪن.(١) چوٿين شادي ٿيبن مان ۽ پنجين اوٺن مان ڪيائين پر انهن ٻنهين مان ڪو به اولاد ڪونه ٿيس. گرهوڙي صاحب جا رشتيدار خانپور ۾ رهندا هئا، جن وٽ اڪثر ويندو رهندو هو.

(١) مگريو رفيق احمد بازيد پوري (مضمون) مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ماهوار شريعت سکر ۽ ماهوار الفاروق ڪراچي ڊسمبر ١٩٩٥ع

# گرهوڙي صاحب جون تصنيفون

حضرت شيخ عبدالرحيم گرهوڙي صاحب ڪيترائي ڪتاب لکيا. مگر انهن مان گهڻا ڪتاب مدد خان پٺاڻ جي ڦر لٽ ۾ ڪاهن وقت لڏ پلاڻ جي ڪري گم ٿي ويا. (١) انهن مان ڪجهه دستياب آهن ۽ ڪن جا صرف حوالا ئي ملن ٿا.

١- **فتح الفضل:** هي ڪتاب سنڌي زبان ۾ مخدوم گرهوڙي صاحب جو پهريون تصنيف آهي. (٢) هن ڪتاب ۾ حضرت سلطان الاولياءَ جا ٣٤٦ چونڊ مقولا گڏ ڪيا اٿس.

٢- **لذت الوصل شرح فتح الفضل:** هي ڪتاب عربي زبان ۾ مٿين ڪتاب جي مقولن ڪي شرح سان لکيو اٿس. (٣) هن عذر سان ته، "ولا باس بااختلاف اللسان في اتحاد البيان" (يعني زبان جي اختلاف ۾ ڪا حرڪت ناهي جڏهن بيان هڪڙوئي آهي.)

هن ڪتاب جي ٢٤٣ مقولن جو ترجمو ۽ شرح فارسي ۾ حضرت خواجه گل محمد قدس سره "الورد المحمدي" جي نالي سان ڪيو آهي جنهنجو سنڌي ۾ ترجمو مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي صاحب ١٩٨٨ع ۾ شايع ڪرايو آهي. مذڪوره ڪتاب جا باقي رهيل ٢٠٣ مقولا مير سيد نور علي شاهه لکوي تڪملةالوردالمحمدي جي نالي سان فارسي ۾ ترجمو ۽ شرح ڪئي آهي.

٣- **لوڪات صوفيه:** عربي زبان ۾ هي ڪتاب به گرهوڙي صاحب جي تصنيف آهي جنهن ۾ حضرت سلطان اولياءَ قدس سره جي بيتن مان چونڊ ٨۴ ابيات جي شرح لکيائين. جنهن جو سنڌي ۾ ترجمو علامه ڊاڪٽر دائودپوٽو صاحب سن ١٩٣٩ع ۾ پهريون دفعو شايع ڪرايو. جنهن جا بعد ۾ به ايڊيشن شايع ٿيا آهن.

۴-**رساله گل نما:** هي ڪتاب فارسي زبان ۾ مثنويءَ جي طرز تي

(١) ڊاڪٽر دائود پوٽو: ڪلام گرهوڙي، ص ٦۴
(٢) خليفه محمود ڪڙيه وارو: ملفوظات محمد راشد رحه جي ڀاڱو ڇهون جي ص ٨ تي لکيو آهي ته، فتح الفضل جو سنڌي نسخو رامڻ ٽالپر پير محمد راشد رحه کي نذرانو ڏنو هو.
(٣) ڊاڪٽر گربخشاڻي: لواري جا لعل، ص (ب)

لکيل آهي. اِن ۾ حضرت خواجہ گل محمد محبوب الصمد قدس سره جي شان ۾ مدح ۽ تعريف لکيل آهي. جيڪو اڃا تائين شايع نہ ٿيو آهي.

**٥- ڪشف الڪامل:** هي ڪتاب عربي زبان ۾ حضرت سلطان الاولياء قدس سره جي مناقبن جي بيان ۾ لکيو ويو آهي. (١)

**٦- المتفرقہ:** (هن ڪتاب جا حوالہ، مرغوب الاحباب، ارشاد الباري ۽ ڪلام گرهوڙي ۾ ملن ٿا.)

**٧-مروح المتعلمين:** (هن ڪتاب جا حوالہ "دائري واري سنڌي" ۾ ملن ٿا. هي فقه جو ڪتاب آهي.)

**٨- ماينبغي الحمائل من معدودالمسائل:** هي ڪتاب سن١١٧٧هہ (١٧٦٣ع) جو لکيل آهي. (٢)

**٩- مڪتوبات:** هي ڪتاب فارسي ۾ امام رباني مجدد الف ثاني رح جي مڪتوبات جو اختصار آهي.

**١٠- شرح عين العلم:**

**١١- مجموعہ سنڌيات:** هن مجموعہ ڪلام ۾ هيٺيان رسالہ اچي وڃن ٿا.

**١- تفسير:** گرهوڙي صاحب سنڌي نظم ۾ قرآن پاڪ جي ڪجھ سورتن جو تفسير ڪيوآهي.

**٢-حقيقت محمدي:**

**٣- ايمان جون صفتون:**

**٤- سنڌي ترڪي واري:**

**٥- سنڌي عقائد:**

**٦- بيان ستن فرضن جو:**

**٧- بيان توحيد جو:**

**٨- سنڌي ابيات:** وغيره

سندس سنڌي ڪلام جا هن وقت تائين هيٺيان ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. ١. نواب ڄام ڪانيو خان، ليٿو ۾ ١٩٠٣ع، ٢. مولوي عبدالرحيم مڪسي

(١)مولوي عبدالقادر بوبڪائي جي ڪتاب ارشاد الباري ۾ حوالہ هن ڪتاب جا آهن.

(٢) ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ

ليٿو ۾ ١٩٣١ع، ٣. حاجي احمد بن حاجي محمد بمبئيءَ مان ١٢٩٢هه ٤. پروفيسر علي نوا جتوئي ٽائيپ ۾ ١٩٥٥ع، ٥. ڊاڪٽر دائود پوٽو، مصري ٽائيپ ۾ ١٩٥٦ع، ٦. پروفيسر علي نواز جتوئي ٻيو ايڊيشن ١٩٨٩ع، ڊاڪٽر دائود پوٽو، ٻيو ايڊيشن سال ١٩٩٥ع ۾ پڌرا ڪيا ويا آهن.

## ملفوظات (١)

١- سخن ۾ ٻول سيني شين کان وڏيڪ پلو آهي.

٢- جڏهن الله جو حضور هٿ آهي تہ پنهي جهانن جون سڀ مرادون حاصل آهن.

٣- الله کي ياد ڪرڻ کانسوءِ ٻي مشغولي نہ رکجي.

٤- اسين خدا پاڪ جي خواهش تي هلون ٿا، زاهد وانگر پنهنجي خواهش تي نٿا هلون.

٥- قضا تي راضپو ٿي الله جي عين ذات جي طلب ۾ توجهہ واري مراد ماڻڻ آهي.

٦- جنهن اڄ هن سڀ کان وڏي (خدا پاڪ) کي نہ ڏٺو سو سياڻي (قيامت جي ڏينهن) ان کي ڪيئن ڏسندو. ڳاهہ ۾ اٺ رڳو انڌي ماڻهوءَ کان اوجهل ٿي سگهي ٿو.

٧- عاشق وٽ معشوق کانسواءِ ٻئي جي ڳالهہ اجائي آهي.

٨- دل واري فتويٰ حڪم کي لازمي بنائي ٿي، ان لاءِ دليل جي ضرورت ناهي.

٩- جنهن ماڻهوءَ جي نماز ان کي بڇڙاين کان نہ روڪيو تہ اها نماز ڪيس خدا کان گهڻو پري ڪندي.

١٠- انسان لاءِ ماڻهپي واري وصف ضروري آهي.

١١- قرآن جوبڌڻ ان جي پڙهڻ کان بهتر آهي.

١٢- جيڪا روزي ۽ رزق خدا پاڪ ان لاءِ مقصود ڪيو آهي ان تي راضي رهڻ قناعت آهي.

(١) هي مقولا بزرگ گرهوڙي قدس سره جا، فتح الفضل جي شرح مان ورتل آهن.

١٣- جيئن فرمانبردار لاءِ چوٽڪارو آهي، گنهگار کي بہ شفاعت سان چوٽڪارو ملي ٿو.
١۴- الله سان شريڪ ڪرڻ جو اهو مطلب آهي تہ تون خدا جي غير سان محبت رکين.
١۵- ذات ۾ نفي ۽ اثبات جي ڪابہ تميز نہ آهي.
١٦- روح دل جي اکين کان سواءِ سڃاڻڻ ۾ اچي ئي نہ ٿو.
١٧- بزرگي جو بنياد حاجتن کي گهٽائڻ تي آهي.
١٨- الله جي ياد ۾ ٻنهين جهانن کي وسارڻ ڪمال ايمان آهي.
١٩- توڪل جي معنيٰ آهي تہ الله تعاليٰ کي وٺڻ ۽ خلق کان ناتو ڪپڻ.
٢٠- خرچ ڪرڻ جا انداز محبت جون تارازيون آهن.
٢١- مال کي خدا لاءِ اهوئي ماڻهو خرچ ڪندو آهي، جيڪو دوستيءَ ۾ سچو هوندو آهي.
٢٢- حقيقت وارن وٽ دوزخ نالو آهي، ناموافق ماڻهوءَ جي صحبت اختيار ڪرڻ.
٢٣- زالون اهڙيون رسيون آهن جو ڪامل انسان انهن سان شيطان کي بند ڪندا آهن. طريقت جي طالب لاءِ زالون اهي رسيون آهن جو انهن سان شيطان سيڪڙائن کي قيد ڪندو آهي.
٢۴- جدائي دشمن جي خواهش آهي.
٢۵- جڏهن فقر نهايت کي پهتو تہ اتي خدا آهي.
٢٦- امام زمان جا ڪم الله جي رضا ۽ مراد جي موافق هوندا آهن.
٢٧- متوڪل اهو آهي جيڪو پنهنجا سڀ ڪم دوست جي حوالي ڪري.
٢٨- سيني ڪمن کان بهتر وچٿرو ڪم آهي.
٢٩- مومن مٺو آهي، مٺيءَ شيءِ کي پسند ڪري ٿو.
٣٠- جڏهن دل کي شين جي محبت کان فراغت ملي تہ اهو خدا آهي.
٣١- جيڪا بہ عبادت نفي کان اڳ آهي سا وبال آهي.
٣٢- جڏهن نفي هٿ ايندي تہ اهڙي ماڻهوءَ جو ڪفر بہ دين آهي.
٣٣- اسم اعظم جي صورت کي رڳو انسان اڪبر اچاري سگهي ٿو.
٣۴- مجتهد ڪير آهي؟ مجتهد اهو آهي جو پنهنجي دعويٰ لاءِ قابل دليل کي

آئي.
٣٥- مجتهد اهو آهي جيڪو حديث جي ظاهر ۽ باطن ڪي ڄاڻندڙ هجي.
٣٦- اجتهاد بند نہ آهي.
٣٧- جنهن ماڻهن جو شڪر ادا نہ ڪيو، تنهن الله جو شڪر ادا نہ ڪيو.
٣٨- بکون ڪڏهن مريد لاء عيدون آهن.
٣٩- عقل واري کي سچائيءَ ۾ عار نہ آهي.
٤٠- صحبت سان ڪوبہ عمل برابري ڪري نٿو سگهي.
٤١- جهان هميشه نئون آهي.
٤٢- ڪامل ماڻهن جي ملاقات هڪ ڪسوٽي آهي، جنهن سان سچ ۽ ڪوڙ پڌرو ٿي پوندو آهي.
٤٣- عمل کان سواء علم وبال جو دليل آهي.
٤٤- اڻ ڄاڻائي موت آهي.
٤٥- ذڪر ۽ فڪر جي وچ ۾ فرق اهو آهي تہ ذڪر جو تعلق ذات سان فڪر جو لاڳاپو صفات سان آهي.
٤٦- مقبول ماڻهو اهو آهي، جيڪو حق کي قبول ڪري.
٤٧- خدا جي ذات جو ڪنهن مظهر کان سواء پسڻ اصلي ولايت آهي ۽ ذات جو مظهرن ۾ ڏسڻ ظلي ولايت آهي.
٤٨- زماني جي قطب آڏو علم نقلي درست نہ آهي، جيئن پاڻيءَ جي هوندي تيمم درست نہ آهي.
٤٩- ولي جيتوڻيڪ الله جو عين نہ آهي پر ان جو غير بہ نہ آهي.
٥٠- ٻانهي تي رڳو الله جي عبديت واجب آهي.
٥١- مرشد مجذوب سالڪ هوندو آهي. يا سالڪ مجذوب هوندو آهي.
٥٢- انسان ڪامل جوهر آهي.
٥٣- قطب پنهنجي حقيقت کان سواء ٻئي سان لاڳاپو نٿو رکي پوء قطب جو قرب رڳو پنهنجي دل جي چوڪداري آهي.
٥٤- بدن جي لذت روح لاء عذاب آهي.
٥٥- لاهوت مان مراد آهي ذات باري تعالىٰ، جتي هو ۽ تون جي جاء ناهي.
٥٦- حقيقت وارن وٽ، بهشت جو باغ، آب حيات ۽ شراب طهور بہ معرفت جا

نالا آهن.
٥٧- حيرت مان مراد آهي پروڙڻ ۽ تنهن هوندي بہ پروڙڻ کان عاجز هئڻ.
٥٨- شيديءَ کان ڪارا‌ڻ، کهنبي کان پيلاڻ ۽ آدميءَ کان عشق هرگز وڃڻ جا نہ آهن.
٥٩- حقيقي ولي ڊپ ۽ اميد جي وچ ۾ آهي.
٦٠- سالڪ گهمندڙ آهي ۽ مجذوب اڏامندڙ.
٦١- سڀ خدا جي ڪري آهي، خدا کان آهي ۽ خدا ڏي آهي.
٦٢- حقيقت شريعت کان ٻاهر نہ آهي.
٦٣- خدا وٽ نفعو ڏيندڙ ايمان اهو آهي جو قلبي هجي.
٦٤- انسان کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ مخلوق تي وٽ پکڙ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ٻين کي ادراڪ نہ آهي.
٦٥- انسان جو ڪمال انهيءَ ۾ آهي تہ سندس روح بدن کان ڌار ٿئي.
٦٦- جيڪو پنهنجي نفس کان ٻاهر نڪري ٿو، تنهنجا ڏوهہ بخشيا ويندا.
٦٧- اهو ماڻهو جو حواسن جي دنيا ۾ قاتل آهي سو گويا دوزخ ۾ آهي.
٦٨- رحمان جي جذبن مان هڪ جذبو ٻنهي جهانن جي عمل برابر آهي.
٦٩- جنهن پاڻ جو پردو وچان دور ڪيو، تنهن جيڪڏهين انا الحق جو نعرو هنيو، تہ ان کي معاف آهي.
٧٠- ڪامل انسان کي ڪوبہ گناهہ ضرر نٿو پهچائي.
٧١- جڏهن خدا ڪنهن کي پاڻ پسائي ٿو تہ وري انکان پاڻ نٿو لڪائي.
٧٢- خدائي قرب جو آخرين مرتبو "مقام محمود" جو آهي. جتي الهي تجليٰ ۽ جلوي کانسواءِ ڪجهہ نہ آهي.
٧٣- خدائي ذات جي حقيقت کي خدا کانسواءِ ٻيو ڪوبہ ڏسي نٿو سگهي.
٧٤- فلڪ القمر دوزخ جي ٻاهہ آهي.
٧٥- سارو عالم خدا تعاليٰ جو مظهر آهي.
٧٦- عارف ڪجهہ بہ بصيرت ۽ درايت کانسواءِ نہ ڳالهائيندا آهن.
٧٧- مومن اهو آهي جو پاڻ چاڻي تہ کهڙيون شيون چڱيون ۽ کهڙيون شيون بڇڙيون آهن. يا اهو جو نبين ۽ عالمن جي قولن تي ويساهہ رکي.
٧٨- صلات جي حقيقي معنيٰ آهي دوام المراقبه (هميشه مراقبہ اندر رهڻ)

٧٩- نور مان مراد آهي الهي ذات جو نور.
٨٠- نبي ۽ ولي دنيا ۾ ان لاء آيا آهن تہ روح کي پنهنجي اصلي وطن ڏي سڏين.
٨١- وصل کان پوء عبادت ڪرڻ شرڪ جي برابر آهي.
٨٢- فنا ۽ ڪمال جي معنيٰ ئي آهي دنيا ئي ٽڳا ٽوڙڻ.
٨٣- محبت جا ٽي مطلب آهن، احسان جي محبت، حسن ۽ صفات جي محبت ۽ ٽيون ذات جي محبت، جيڪو انهن ٽن محبتن کان خالي آهي سو ڪافر آهي.
٨٤- توحيد ئي ڪافي عبادت آهي ۽ جنت ئي ڪافي ثواب آهي.
٨٥- قرآن مجيد جي معنيٰ تو ۾ آهي.
٨٦- جنت آهي خدا ڏانهن توجهہ ۽ دوزخ آهي خدا کان غفلت.
٨٧- عارف جو قلب (دل) آرسيء وانگر آهي.
٨٩- علم ٻج وانگر آهي، حال وڻ وانگر ۽ عمل ميوي وانگر.
٩٠- عارف آهي بحر وانگر جو غير فاني آهي ۽ ٻيا آهن موجن وانگر جي ذري ذري ويس مٽائي ناس ٿين ٿيون.
٩١- ڪمال انهيء ۾ آهي تہ هميشه الله سان حاضر رهجي.
٩٢- تون نور آهين ۽ نور وانگر صاف ٿيءُ تہ انهيء راز کي خطا کان صاف لهين.
٩٣- موت کان سواء حياتي نہ آهي.
٩٤- فقيرن جي قلب ۾ نہ ڪنهن شيء جي حب هجي ۽ نہ بغض.
٩٥- مون مرشد (سلطان الاولياء) کان ٻڌو تہ اسان جي مريد کي اها طاقت ناهي تہ اهو مخلوق مان ڪنهن هڪ کا رزق گهري.
٩٦- رابطي لاء شيخ جي صورت جو تصور افضل آهي. ڇو تہ شيخ قوم ۾ ائين هوندو آهي جيئن نبي پنهنجي امت ۾.
٩٧- جڏهن پورو موحد ٿيندين، تڏهن ذات مطلق کانسواء ٻيو سڀ ڪجهہ فنا ڏسندين.
٩٩- سعيدن جا روح بدن کان ڌار ٿيڻ وقت وڃيو ڪلي روح سان ملن ۽ سندن جاء جنت الماوي ۽ سدرة المنتهي جي پرسان آهي. پرڪمبخت ماڻهن جي روحن لاء آسمان جا دروازا بند هوندا آهن. تنهن ڪري اهي فلڪ القمر هيٺان

پيا پٽڪندا آهن.

١٠٠- مراقبي مان مراد آهي نور جي ظهوري لاءِ هميشه حاضر رهڻ.

١٠١- گناهہ اهو آهي جيڪو دل ۾ کٽڪي.

# قديم سنڌي نثر (١)

١- ٽڪ ڏنگڙي هلي، ڪڙا پاسن جا جهلي.

٢-راڻي راؤ سان رچي، ابو پائڻ ري اچي.

٣- ڪافر ڪفر ڪان اڪار، ڪارو ڳڌهہ ڌوئي اجار.

٤- ملون بهشت ڏي هلاء، چتون پاڙهي پروجهاء.

٥- ملون ڪيئن بهشت ۾ اچي، ڪوئي سيرسون سين نچي.

٦- ٻہ ڀهاچون پرچاء، ٽلهو مهرلو گهڙاء، وڏو ڪوهڙو ڪٺاء.

٧- مال کهڙو پلو؟ هيون هور نڻان ٿلو.

٨- رزق ڪنهن پر اچي؟ جيئن مينهڙو وسي.

٩- ماسي مانڙي پچاء، امان ڪتڙي وچاء، ابا مهتڙي اڏاء.

١٠- حاجون سي ڪجن، جيائين ڪاڄڙا سجهن.

١١- ڳالهڙيون تئين ڪجن، جيئن ميڙيون ڪاڇن.

١٢- گرو چيلڙا پڙهاء، ڪڪڙ ٻچڙا چٽاء.

١٣- چيلڙا ڪيئن رچن،جيئن پولڙا نچن.

١٤- ڪئو سڀ پچ سين ٿهي، ڪنهن پر ٻر ٻر ٻهي.

---

(١) سنڌي ادب جي تاريخ ۾ مخدوم شهيد عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره کي پهريون سنڌي نثر نويس سمجهڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ ڪلهوڙا دؤر ۾ سندس چيل نثري مقولا ملن ٿا. حالانڪ ادبي تاريخ ۾ ٽالپرن جي دور ۾ مخدوم عزيز الله ڏيتو متياروي رحہ (١١٩٣هہ-١٢٧٢هہ) جن قرآن پاڪ جو تحت اللفظ سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو. اهو بزرگ پهريون خوش نصيب سنڌي نثر نويس لکيو ويو. هي بزرگ اصل متيارين جو هو. ۾ زندگي جو ڪافي عرصو درگاهہ عاليہ لواري شريف ۾ درس و تدريس جا فرائض مرشدن وٽ ڏنائين. آخر اتي ئي وصال ڪيائين. ١٨٤٣ع ۾ انگريزن سنڌ فتح ڪئي. انهن ئي سن ١٨٥٣ع ۾ سنڌي صورتخطي منظور ڪري دفتر زبان ۽ ذريعہ تعليم بنائڻ جو باقائده فيصلو ڪيو.

١٥- هيڪڙو الله، هيڪڙو ڳالهاءِ.
١٦- وڏو در الله جو، ونهيو الله.
١٧- نالو الله جو نماڻو.
١٨- وڏو ڪاند الله جي، ڪانديرو بادشاهه.
١٩- نالائق نوازي، ڀڳي سجي ڪري.
٢٠- جيڪي ڪري سو خدا.
٢١- ڏيڻ انهيءَ جو ڪم، بندو ڪهاڙو ڏيندو. بندو سگهوئي ورچي.
٢٢- بندو جائي گندو، پاڻ پاڪ، بدنو جهاڪ.
٢٣- توڙي اگلا اوڏ، تہ پڻ لاکي چام جا.
٢٤- گولي آگن وس.
٢٥- چگائي ڪجي، ڪنهن جي نہ وچائجي.
٢٦- شڪرانو سندس در، وڏا تورا الله جا.
٢٧- بچڙي جو پنڌ (بنياد) بچڙو.
٢٨- جنهن جي واٽ نہ وڃجي، تنهن جو پنڌ نہ پڇجي.
٢٩- بچڙي جو پنڌ (بنياد) بچڙو.
٣٠- سڀ ڪو پاڻ کي، آيل پاڻ کي، جيجل پاڻ کي.
٣١- ڪرند پسند، ڏيندا لهند.
٣٢- پيش ڪنهن کي نہ وڃجي.
٣٣- لکيو پري، پر نہ ٽري.
٣٤- سڀ ڪو پانهنجي ڪرم جي چٽي ٽولوڙي.
٣٥- ڪنهن جو ڏوهہ ڪونهي، جيڪي ڪري سو الله.
٣٦- مري جواب ڏيو.
٣٧- ڪو ڪنهن جو نہ بندو.
٣٨- حق ٿيندو، حق وکيل حق ڪندو.
٣٩- سڀ ڪو پانهنجو وڙ ٿو ڳالهائي.
٤٠- نيت والمراد
٤١- ڪ ڪائجي، ڪ او بار جي.
٤٢- جي سچڻ سچي پانهن ڏي، تہ سچي نہ ڳهجي.
٤٣- جيڪي ڪندو خدا ڪندو، بندو ضعيف ڪهاڙو ڪندو؟

# بزرگ گرهوڙي جا ٽي خط

# خط پهريون

مرشد ڪامل ۽ قبلة العارفين حضرت مخدوم ميان عبدالرحيم صاحب قدس سره العزيز جو خط مير فتح خان ۽ مير بجار خان ڏانهن

مير صاحب مهربان ميان فتح خان و مير صاحب هشيار با بسيار وقار ميان بجار بعافيت دارين باشد، ونحن كذالك. آمين.

بعد از سلام آنکہ اين احقر چون از لشکر دعائي است کہ بہ عزت الله و رسوله از لشكر غزاء برتراست. قال رسول الله ﷺ انما ترقون وتنصرون بضعفاء کم، وكان رسول الله يستفتح بضعفاء المهاجرين.

مصطفيٰ جويد ز مسكينان دعا وخير خواه شما است بنا برالثالث بالخير. مامسکين رادرمجادله صغري وکبري همراه دانند. يعني قوم يزيد م رابقرآن مجيد:

الذين يؤذون الله ورسوله، لعنهم الله في الدنيا والاخرة. سازند، وذالک من المجالس الاتفاقيه:

مير صاحب مهربان ميان فتح خان ۽ مير صاحب هوشيار با بسيار وقار ميان بجار، شل ٻنهي جهانن جي عافيت نصيب هجين، ۽ اسين بہ اهڙيءَ طرح. آمين!

بعد سلامن جي واضح هجي تہ هي احقر دعا جي لشڪر منجهان آهي. جو الله ۽ سندس رسول جي توفيق سان رواجي جنگ جي لشڪر کان گهڻو مٿاهون آهي. رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ: "ضعيفن ڪريئي اوهان کي رزق ۽ نصرت ملي ٿي." ۽ رسول الله ﷺ خود ضعيف مهاجرن کان سوڀ جي دعا گهرندو هو. مصطفيٰ دعا ٿو گهري مسڪين کان ۽ پڻ اوهان جو خير خواهہ آهي، ٽي دعا خير جي، مون مسڪين کي ظاهري ۽ باطني جنگ ۾ پنهنجو همراهہ ڄاڻن. يعني نانڪ جي (هندو) قوم کي تکي ترار سان ناس ڪن ۽ يزيدي قوم کي قرآن مجيد جي هن آيت سان دفع ڪن: "جيڪي الله ۽ سندس رسول کي ايذائين ٿا،

غنيمت دان امورا اتفاقي را

قوله تعالىٰ: اذا فرقنا آل فرعون انتم تنصرون: يعني في الواقعة الاولي والثالية:

بيت مثنوي:

يک حسام الدين و ديگر مولوي

جمع گشتہ موت هر ملحد غوي

و ككفي الله ال مؤمنين القتال

(يعني (؟) بعلم علي سبب عدو نقمة الكافرين)

وقوله تعالىٰ: فما لهولاء القوم لايكادون ينفقهون حديثا

يا بنا برحق آشنائي وهسايگي، يا بنا بر رسم روزه نماز و تعظيم قرآن كريم. و نا داشتن مذهب غير مذهب قرآن كريم، يا بنا بر حسنات ظاهري ميخواهد كہ سرداري شمارا وفادار باشد. يعني

في الدارين موجب سرخروئي شما باشد. اين نعمت عظمي و دولت قصوي وقتي بدست آيد كه

فرامين شريعت رابر فرامين زيد وعمرو راجح دارند.

انهن تي دنيا توڙي آخرت ۾ خدا جي لعنت آهي. ” ۽ اهو هڪ اتفاقي عجائبن مان آهي. اتفاقي امورن کي غنيمت ڄاڻ.

الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ (ياد ڪريو) جڏهن اسان فرعون جي پوئلڳن کي ٻوڙيو، ۽ اوهان اهو رنگ ڏسندا رهيا. يعني پهرين ۽ ٻئين واقعي ۾. بيت مثنوي: هڪ حسام الدين ۽ ٻيو مولوي جمع ٿيڙا. موت هر ملحد غوي ۽ الله تعالىٰ مومنن کي جنگ کان بچايو. (يعني ڪافرن کي نہ سزا ڏيڻ جي سبب جي علم هوندي بہ (؟) ۽ الله تعالىٰ فرمايو آهي تہ هنن ماڻهن کي ڇا ٿيو آهي. جو ڪابہ ڳالهہ نٿا سمجهن؟

يا آشنائي ۽ همسايگيءَ جي حق موجب، يا روزي ۽ نماز ۽ قرآن ڪريم جي تعظيم ۽ قرآن ڪريم بغير ٻيو ڪوبہ مذهب نہ رکڻ جي راهہ ۽ رسم جي بناء تي يا ظاهري چڱاين جي بنياد تي هي (مسڪين) گهري ٿو تہ اوهان جي سرداريءَ سان وفادار رهي، جنهن ۾ اوهان لاءِ ٻنهي جهانن جي سرخروئي آهي. هيءَ وڏي نعمت ۽ پراهين دولت انهيءَ وقت هٿ ايندي، جڏهن شريعت جي فرمانن کي زيد ۽ عمرو جي فرمانن تي

"ان تنصرو الله ينصر كم" بر صحيفة جان نگرند.

بالفعل تعظيم فرمان دين رسول الله ﷺ و اولاد اوتا بجا نيازند، قدرم بر زمين نسايند.

قوله تعالى: ولقد مكنا يوسف في الارض.

تعظيم دين متين بدان خواهد بود كه بخانہ كفر خراب كنند، و مجامع ايشان تفريق شوند، ومهري مهاديو ضرور تخريب كنند، و ايشان را بر مسلمانان حامل نكنند اشداء على الكفار رحماء بينهم، علامت محمديان همين است.

واز كسي كہ نمازي بود متهكي نگيرند قال رسول ﷺ: على المسلم جزية و بي نماز را بيلي ندارند، ودر شادي و غمي دعوت نكنند. كه قطع ووصل برائي محبوب حقيقي رواست نہ برائي اغراض دنيا.

هرچہ بجز عشق خدا جان كاهي است.

و بردروازه شريعت كاردار كسي رادارند كہ مسئلا شرعي نگذارد، و

ترجيح ڏيندا.

"جيڪڏهين الله جي مدد ڪندا تہ الله بہ اوهان جي مدد ڪندو." اها ڳالهہ پنهنجي جان جي صحيفي تي چٽي چڙيو.

حال في الحال جيستائين رسول الله ﷺ جي ديني احڪامن ۽ سندس اولاد جي تعظيم بجا نہ آڻيندا، تيستائين زمين تي پير نہ گسائيندا.

خدا تعاليٰ فرمايو آهي، تہ اسان يوسف کي زمين تي پختو ڪيو.

دين متين جي تعظيم هن ۾ آهي تہ ڪافرن جا بتخانا ڊاهيو، سندن مجموعا چڙوچڙو ڪريو، مها ڏيو جي مڙهي ضرور ناس ڪريو ۽ انهن کي مسلمانن جي مٿان ڪامورا ڪري نہ مقرر ڪريو. محمدين جي هيءَ نشانيءَ آهي تہ: ڪافرن تي سخت هجن ۽ پاڻ ۾ نهايت ٻاجهارا.

۽ جيڪو نمازي هجي، تنهن کان متڪي نہ وٺو رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ: مسلمانن تي جزيو نہ آهي ۽ بي نمازي کي بيلي ڪري نہ رکو، ۽ شادي توڙي غمي ۾ ان کي نہ سڏيو. ڇا ڪاڻ تہ ڇنڻ ۽ ڳنڍڻ خاص محبوب حقيقي جي خاطر هئڻ گهرجي ۽ نہ دنياوي غرض لاءِ.

"خدا کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهہ جان

برشوت وريا ءميل نميكند. وقاضي جاهل رابمذهب محمدي قاضي كردن روا ندارند. " آگه زرشرع نيست بود رهزن انعام"

وازقوت مسلمانان لاگ نگيرند، كه خلاف شريعت است. وحصه زراعت موجب حكم شريعت بگيرند، كه بر مسلمانان ظلم واقع نشود.

و تعظيم اولاد رسول الله ﷺ بدان است.

كه هريكي را كه خانه كند يعني متاهل گردد، ده جريب سيري كنند يا پنج.

يا ازخود هم طريق اوديگر سپردند (؟)

حيف ناشد كه اهلبيت رسول گرسنه خسپند و تو سير و ملول.

ما امتيان راد ستار وتيغ وقتي زيبد كه از اهلبيت پيش نخوريم قال عليه الصلواة والسلام:

"اطلبوني في اهل بيتي."

وقال صلي الله عليه وسلم:

لا ايمان امن بات شعبان و جاره طلو.

"بني آدم اعضاء يكدم يگرند. ومانع

جو ڪاپو آهي."

شريعت جي دروازي تي انهيءَ ماڻهوءَ کي ڪاردارمقرر ڪجو جو شرع جا مسئلا چڱي نہ ڄاڻي، ۽ رشوت ۽ رياءَ ڏي لاڙو نہ رکي، ۽ جاهل قاضيءَ کي قضاوت لاءِ روا نہ رکجو:

"(جو) شريعت کان غير واقف ۽ ڀورن جو چور آهي."

۽ مسلمانن جي قوت مان لاڳ نہ وٺجو جو شريعت جي خلاف آهي. پوک جي پيدائش جو حصو شريعت جي حڪم موجب وٺجو، جئن مسلمانن تي ظلم نہ ٿئي.

۽ رسول الله ﷺ جي اولاد جي تعظيم هن ڳالهہ ۾ آهي تہ:

جڏهن ڪو منجهانئن شادي ڪري، تہ ان کي پنج يا ڏهہ جريب زمين جا سيري طور ڪري ڏيو، يا ازخود اوهين انجو طريقو (مسڪيني) اختيار ڪريو.

حيف آهي جو رسول الله جا اهلبيت بکارا سمهن ۽ تون ڍاول ۽ سست هجين.

اسان امتين کي پڳ ۽ ترار انهيءَ وقت سونهي جو اهلبيت کان اڳ ۾ نہ کائون. رسول الله ﷺ فرمايو آهي تہ:

"مون کي منهنجي اهلبيت ۾ ڳوليو" ۽ پڻ فرمايو آهي رسول خدا جي تہ:

از رعايت اين هفت امور هيچ نيست مگر نفس، کہ دشمن خانگي انسان است.

مولوي گويد:

جمله قرآن شرح خبث نفسهاست ورته نورباغهادرباغهاست.

وجامي گويد:

نفس چون نيست در درون باقي

چہ غم از دشمنان آفاقي،

تتمه: نفس چيست تلاش غير شرعي،

اين وصيت نامہ خود بخوانند وعمل نمايند

مصرع حافظ:

"جواناسرمتاب‌ازپند پيران."

والسلام

"ان کي ايمان ناهي جو رات جو ڏاول سمهي ۽ سندس پاڙيسري بکايل هجي." بني آدم هڪ ٻئي جا عضوا آهن.

انهن ستن ڳالهين جي رعايت رکڻ کان ٻيو ڪجهہ بہ مانع نہ آهي، مگر نفس جو انسان جو گهرو دشمن آهي. مولانا جلال الدين رومي فرمايو آهي: سارو قرآن نفس جي بڇڙاين جو شرح آهي. نہ تہ باغن جو نور باغن ۾ ٿي آهي (؟) ۽ مولانا جامي چيو آهي:

جڏهن اندر ۾ نفس باقي ناهي، تڏهن ٻاهرين دشمن کان ڪهڙو خوف؟

ضميمو: نفس ڇا آهي. ۽ غير شرعي شين جي تلاش. هي وصيت نامو خود پڙهندا ۽ ان تي عمل ڪندا.

اي جوان ! ٻيڙن جي نصيحت کان منهن نہ موڙ

والسلام

# خط ٻيو (١)

## شيخ حاجي صالح ڏاهري ڪڙائي قدس سره ڏانهن

فرمان الله تعاليٰ جو (آهي): مسلمان پاڻ ۾ ڀائر آهن. (پاڻ ۾ ديني رابطي ۽ اسلامي محبت سان ڳنڍيل آهن. هي رشتو تمام دنياوي رشتن کان مضبوط تر آهي.)

(١) خط ٻيو ۽ ٽيون اصل فارسي ۾ هئا. جن جو سنڌي ترجمو جناب غلام شبير جيسر جي معرفت حافظ رانجهن ۽ مولوي هدايت الله آريجوي کان ڪرايو ويو.

حديث: فرمايو الله تعاليٰ جي رسول الله ﷺ تہ سيئي مؤمن منهنجا پائر آهن.

فرمايو (آهي) مولوي مثنوي (واري تہ): الله تعاليٰ جا ڪامل ٻانها هڪ وجود وانگر آهن، عام (ماڻهو) ٻکرڻ ۽ ڪتن وانگر الڳ جنس آهن.

(مطلب تہ الله تعاليٰ جا (خاص) ٻانها جسم جي عضون وانگر هڪ آهن باقي عام ماڻهو بي احساس ۽ بي مروت آهن.)

حديث: فرمايو الله تعاليٰ جي رسول الله ﷺ تہ: جنهن ڪي الله تعاليٰ جي رحمت کان نااميد ڪيو ويو ۽ گاريون ڏنيون ويون. الله تعاليٰ انهن تي رحمت فرمائي ٿو. پوءِ هن حديث مان معلوم ٿئي ٿو تہ فقيرن جو خدمتگار اهو ماڻهو هجي، جيڪو ٽن ٽولن جي خدمت ڪري. نون طالبن کي تلقين ڪري تہ جئين واٽ ڏسن الله تعاليٰ جي، ۽ وچولن کي ڳالهہ صاف ٻڌائي تہ فاسد خيالات کان ڇوٽڪارو لهن. نيڪن کي سختي ڪري، ڇو تہ درياهہ انهن جو جوش ٻر اچي، جو گهر ٻين جا آباد ڪن. جهڙي طرح سڪل گاهہ کي بادشاهن جي باغ کان پٽي ٻاهر ڦٽي ڪندا آهن. مرد اهو هجي، جو درد سان هجي.

جيئن فرمايو حافظ شيرازي رحہ:

اي دل! درد جي عادت ڪر دوا جو نالو نہ پڇ، ڇو تہ خراسان جي جبلن جي برف اونهاري جي سخت گرمي کان سواءِ درياهہ ٻر نہ وهي ايندي آهي. سختي وليءَ تي تڙندڙ باغ مثل آهي، جو خادمن جي سختي کي بہ خدمت سمجهندا آهن ۽ اجورو خادمن جو بزرگن تي لازم آهي.

زيادہ سلامتي.

## خط ٽيون

, برادر جلي ميان محمد علي ٽالپر خيريت سان هجو!

ويچاري عبدالرحيم جي طرف کان سلام شوق ۽ تصور کان مٿي قبول فرمائيندا.

فرمايو رسول مقبول عليه الصواة والسلام جن تہ: شديد مصيبتون نبين تي پوءِ ولين تي پوءِ ويجهن (پيارن) تي، پيار تي نظر ڪريو آسمان جي

گردش کان ملول نہ ٿين. فرمايو الله تعاليٰ: ڪڏيا وياسين اسان پنهنجي وطن کان ۽ تحقيق ڏکن سان گڏ سک آهن. معلوم ڪري روانو ڪيون ٿا زماني جا حالات هڪ جهڙا ناهن. ان ڪري ان تي غم نہ ڪاءِ مومنن کي سواءِ توڪل جي ڪائي دوا شفا ڏيندڙ نہ آهي.

جئين الله سائين فرمايو آهي: ڪافي آهي الله مدد گار ۽ ڪافي آهي الله فتح ڏيندڙ پروسو ڪر الله تعاليٰ تي چو تہ ڪافي آهي الله سائين. وطن جو ڇڏڻ دشمنن جي سختي ڪري سنت رسول جي آهي. جيئن حضرت موسيٰ ڪليم الله ۽ حضرت ابراهيم خليل الله ۽ حضرت آدم صفي الله ۽ حضرت محمد رسول اللهصلواة الله عليه اجمعين ۽ معصوم امامن کي دين جي غم تي جلد فرحت پهتي.

شيخ عثمان مغربي فرمايو آهي تہ: دارو مدار طريقي عاليه نقشبندي جو ٻن شين تي آهي. هڪ تہ ماٺ ۾ رهڻ يعني قلبي ذڪر ڪرڻ ٻيو خدا تعاليٰ جل شانه تي توڪل ڪرڻ. حضرت ابراهيم خليل الله فرمايو آهي، منهنجي حال مطابق مون لاءِ ڪافي آهي يعني منهنجي حال جو ان کي علم آهي فقير کي ٽي ڳالهيون ضروري آهن. هڪ اگهڙ جي حفاظت رکي، ٻيو ڪپڙا پاڪ رکي ۽ ٽيون کاڌو حلال کائي ۽ ٻہ فرمايو اٿن تہ ٻہ شيون مريد جي مٿان لازم آهن. هڪ تہ پنهنجي مرشد جي طريقت تي هلڻ ٻيو ان جو حڪم مڃڻ هر شيءِ ۾ ۽ پير جي مٿان بہ ٻہ شيون لازم آهن. هڪ تہ مريد کي خدا تعاليٰ جي واٽ ڏيکاري ۽ ٻيو مريدن کي پنهنجن ٻچن وانگر ڪري ڏسي. (بيت) جيڪڏهن هزار مريدُ آهن ۽ هڪڙو پريشان آ تہ اهو رسالت کان روڪيل ٿو رهي يعني مرشد.

ڀهرين نصيحت پير جي هي آهي تہ مرشد سان صحبت ڪريو. ۽ ٻي جنس کان پاسو ڪيو. جنت جو باغ ٻن ڪٽڪ جي داڻن تي وڪيائين (يعني آدم عليه السلام)

نامريد (بي اعتقاد) هجان جيڪڏهن مان هڪڙي جَوَ تي نہ وڪڻا، هر شيءِ فوت ٿيندڙ آهي سواءِ الله سائين يعني هر شي کي فنايت آهي مگر الله سائين باقي هميشه زنده ۽ هميشه قائم آهي.

# هندي ڪافي

اڪ دن ڪلما دل وچ هويا اور نہ ڪوئي پر ناري،
رخ محراب محبوبان والا، مسجد سرنا ڏر ناري.

(١)
نماز هي دل حاضر ناظر، روزي محب نہ ملڻاري،
سڻو وي سيان گال هماري، ناحق بڪ نامر ناري.

(٢)
مچ ڪتانا، مٽا منانا، ڏونهين مڪر ڪرنا ري،
مريد ڪرنا، غريب ڦرنا، ڏونهين جهان گم ڪرنا ري.

(٣)
عبدالرحيم غير محبت سارا ڪسب ڪمانا ري،
هر دم ذاتي ذوق ۾ رهنا، اور خيال نہ چرنا ري.

فقير عبدالله طاهري نقشبندي
شاه لطيف ڪالوني نانگولائي
ڪوٽڙي

# ضميمو
# غلط پيشن گوئيءَ جي ترديد

سيني مسلمان ڀائرن کي هن اعلان ذريعہ آگاهہ ڪرڻ گهران ٿو تہ ڪجهہ ماڻهن طرحين طرحين جا ڪوڙ ۽ بهتان درگاهہ لواري شريف جي خلاف ڪتابن جي صورت ۾ پيشنگوئن جي صورت ۾ لڪائي خلق کي گمراهہ ڪيو آهي. جيئن تہ هڪ پيشنگوئي حضرت مخدوم شهيد بادشاهہ خواجہ عبدالرحيم گرهوڙي صاحب جي نالي منسوب ڪري انجي اندر حضرت مرشد پير بادشاهہ خواجہ احمد زمان قدس سره لواري شريف جي خلاف غلط حقيقت چاڻائي گمراهي ڦهلائي ويئي آهي تہ حضرت مرشدنا جن پاڻ کي رسول خدا سڏائيندا ۽ پاڻ تي ڪلمو پڙهائيندا وغيره. نهايت افسوس سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي تہ خود غرض ماڻهو عداوت ۽ دشمني سببان ڪوڙ کان ڪم ولي. حضرت شهيد بادشاهہ گرهوڙي جهڙن برگزيده ۽ پاڪ هستين جي ڪلام پاڪ ۾ دست اندازي ڪري ڪوڙيون روايتون چاڻائي خلق خدا کي گمراهہ ڪن ٿا الله تبارڪ و تعاليٰ ۽ ان جي رسول پاڪ جو ڪوبہ خوف نٿا ڪن. آئون انهيءَ پيشنگوئي جنهن ۾ ڪوڙي حقيقت چاڻائي درگاهہ لواري شريف ۽ حضرت مرشدنا جي خلاف جيڪي لکيو ويو آهي تن جي زوردار الفاظن ۾ ترديد ڪريان ٿو ۽ سيني مسلمانن کي آگاهہ ڪريان ٿو تہ اهڙن ماڻهن جي سازشن کان پنهنجي ايمان کي بچائين. آءٌ سجاده نشين درگاهہ شهيد گرهوڙي رحہ جي حيثيت سان واضح ٿو ڪريان تہ مون وٽ اصل ڪتاب ڪلام شهيد بادشاهہ جو موجود آهي جنهن ۾ پيشنگويون آهن ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي اهڙي حقيقت ڪانہ آهي. جي ڪڏهن اهڙي اعلان کان پوءِ بہ ڪو ماڻهو انهيءَ غلط پيشنگوئيءَ تي اعتبار ڪندو تہ اهو جوابدار آهي. خداوندا عزوجل ۽ سندس رسول پاڪ وٽ، منهنجو فرض مون ادا ڪيو.

وما علينا الاالبلاغ المبين

دعاگو

سيد احمد شاهہ سجاده نشين درگاهہ گرهوڙي شريف

# مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ ڏانهن منسوب پيشنگوئي

## تحقيق ۽ تنقيد جي روشنيءَ ۾

### تحرير ۽ تحقيق

### مولانا غلام محمد "گرامي" صاحب

ڳچ زماني کان سنڌ ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ ڏانهن منسوب هڪ پيشنگوئي موجود آهي، جنهن کان ملڪ ۾ ڪافي غلط فهميون پيدا ٿي چڪيون آهن. حالانڪ تاريخي تحقيق موجب، گرهوڙيءَ جي ڪلام ۾ اهڙي ڪابہ پيشنگوئي موجود ڪانہ آهي، ان متعلق محققانہ ۽ ناقدانہ تحقيق ۽ تنقيد پيش ڪجي ٿي.

سنڌ جي مشهور محقق ۽ دانشور، نقاد ۽ عالم جناب مولانا غلام محمد گرامي صاحب جي هي مدلل تحرير اميد تہ شهيد گرهوڙيءَ ڏانهن منسوب پيشنگوئي مان پيدا ٿيل ساري غلط فهميءَ جو ازالو ڪندي.

سنڌ جي علم دوست محققن ۽ عالمن کي معلوم آهي تہ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي (۱۱۲۹هہ - ۱۱۹۲هہ) سرزمين سنڌ جو وڏو عالم، فقه، صوفي، اهل دل بزرگ هو. سندس دور ۾ سندس پايي جو ٻيو ڪو بہ عالم سنڌ ۽ هند ۾ ڪونہ هو.

هي بزرگ سنڌ جي عظيم بزرگ حضرت سلطان الاولياءَ خواجہ محمد زمان قدس سره جو وڏو خليفو هو. سندس تصنيفات ۾ ڪيئي علمي، ادبي، ديني ۽ فقهي ڪتاب موجود آهن، جن جو ذڪر محققن جي تحريرن ۾ موجود آهي.

مخدوم گرهوڙي، عالم ۽ صوفي بزرگ هجڻ سان گڏ، پنهنجي دؤر جو منفرد ۽ عظيم شاعر پڻ هو. سندس ڪلام کي، سنڌ جي مشهور عالم ۽ محقق شمس العلماء، علامہ ڊاڪٽر دائود پوٽي وڏي جاکوڙ ۽ جستجو، تحقيق ۽ ريسرچ کان پوءِ ۱۹۵٦ع ۾ ڇپايو.

ڪلام گرهوڙي سنڌي ادب ۾ هڪ قابل تعريف شاهڪار آهي.

ڪلام جي جمع ۽ ترتيب جي ڪم ۾ علامہ مرحوم جا عرق ريزي ۽ تحقيق ڪئي آهي، ان جو ڪو مثال ملڻ مشڪل آهي، علامہ مرحوم سالن جا سال گرهوڙي بزرگ جي ڪلام جي ماخذات، قلمي بياضن ۽ دستخطي نسخن کي پيٽيندو ۽ پرکيندو رهيو. آخرڪار پنهنجي سالن جي ڪيل تحقيق ۽ ريسرچ کي هڪ بلند پايہ شاهڪار جي حيثيت سان شايع ڪيائون.

## انتباهہ:

علامہ صاحب مرحوم، پيشنگوئيءَ کي پهنجي شاهڪار ڪتاب ۾ شايع نہ ڪيو آهي، ان متعلق "انتباهہ" جي عنوان هيٺ لکيو اٿس: "عام طرح هڪ سنڌي پيشنگوئي شهيد سونهاري ڏانهن منسوب ڪئي ويندي آهي.......ان جي عبارت نهايت ڪچي، ڪريل، بزرگ جي شان وٽان ناهي. ڇاڪاڻ تہ سندس بيو ڪلام اعليٰ عليين تي آهي، تہ هي اسفل سافلين تي آهي. ازانسواءِ سيد احمد شاهہ گرهوڙي واري هڪ خاص اعلان ڇپائي انهيءَ نسبت جو انڪار ڪيو.

(ڪلام گرهوڙي ص ٧٧)

حضرت علامہ جي ان واضح ۽ انڪار ۽ گرهوڙي جي گادي نشين سيد احمد شاهہ جي ڇپايل واضح ترديد ڪان پوءِ پيشنگوئي جعلي ۽ مصنوعي سمجهڻ گهرجي. ۾ جڏهن تہ فتنہ پرور ۽ فساد پسند حلقن طرفان ان پيشنگوئيءَ کي مختلف نمونن ۾ استعمال ڪري، ساده لوح عوام کي بدظن ۽ گمراهہ ڪيو بيو وڃي، ان ڪري ان جعلسازيءَ متعلق ڪجهہ علمي وضاحت جي ضرورت آهي.

## پهرين ڇاپي جي حالت

ان سلسلي ۾ سڀ کان اول، ان پيشنگوئيءَ جي پهريئن ڪتابي ڇاپي کي غور سان ڏسڻ گهرجي، جنهن ديباچي ۾، ڇپائيندڙ پاران پڻ شڪ ۽ بي يقينيءَ جو اظهار ڪيو ويو آهي.

ڪتابچي جي صورت ۾ ان پيشنگوئيءَ جو ٻهريون ڇاپو ١٣٧٩هه ۾ حافظ برداران مڪتبه شمسيه، مالڪ محموديه پريس سکر ۾ ڇپيو ۽ اهو "اصلاح" تان ورتو ويو ۽ فرض ڪيو ويو ته اها پيشنگوئي مرحوم مخلص جي ٺاهيل آهي. ان متعلق تمهيد ۾ ناشرن طرفان واضح طور تي لکيو ويو آهي:

"انهيءَ پيشنگوئي بابت اسين هيترو ضرور چونداسون ته اها سموري پيشنگوئي مخدوم گرهوڙي جي نه آهي، بلڪه منجهس ڪي ڪي ٽڪون الحاق طور پوءِ به ڳنڍيل آهن."

ان کان پوءِ هترادو ۽ الحاقي ٽڪن لاءِ لکيو اٿن:

"ايترو چونداسون ته اهي ٽڪرا به ڪنهن صاحب بصيرت اهل الله ۽ بزرگ جو ئي ڪلام آهي، جنهن ۾ڪجهه ته انگريزن جي وقت جي اڪين ڏٺل بد حالات، درد منديءَ سان بيان ڪيل آهن."

ان مان صاف ظاهر آهي، ته اهو الحاقي ڪلام ڪنهن ٻئي بزرگ جو آهي، جنهن انگريزن جي وقت جي اکين ڏٺي احوال کي بيان ڪيو آهي. جنهن جو مطلب اهوٿيو ته اهو پيشنگوئيءَ جو تيار ڪندڙ خود انگريزن جي دؤر جو آهي، جنهن اکين ڏٺو احوال جوڙيو آهي. بهرحال اهو فيصلو درست آهي ته اها پيشنگوئي مخدوم گرهوڙيءَ جي ٺاهيل ناهي، جو گرهوڙيءَ کان صديون پوءِ انگريزن جي دؤر ۾ جڙتو ۽ جعلي انداز ۾ جوڙي ويئي آهي. انگريزن جي دؤر جي اکين ڏٺي احوال کي ناشرن هن طرح قبول ڪيو آهي:

"هيءَ ڳالهه خاص ڌيان ڏيڻ جوڳي آهي، ته موٽرن ۽ هوائي جهازن وغيره بابت اهڙيون پيشنگويون چيل آهن، جنهن وقت اهي شيون وجود ۾ ئي آيل ڪين هيون. !" (ڏسو صفحو ص ٣-۴ ڇپيل ١٣٧٩هه مڪتبه شمسيه سکر، محموديه پريس سکر)

## اهي ٽڪون ڪهڙيون آهن؟

ان کان پوءِ سوال تو پيدا ٿئي ته اهي الحاقي شعر ڪهڙا اهن، جي ناشرن مجبوريءَ ۽ معذرت سان ڪتابچي ۾ لاچار شايع ڪيا.

ناشرن ان بابت لکيو آهي:

”عام طرح اها پيشنگوئي ملي نٿي سگهي. انهيءَ ڪري اسان ”اصلاح“ تان اخذ ڪري، جدا پمفليٽ جي ذريعي ناظرين ڪرام جي اڳيان پيش ڪريون ٿا.“

ان ڪان پوءِ هن طرح جعلي ۽ الحاقي شعر آندل آهن:

آهي ”ڪشف“ ڪتاب ۾ اهڙي پچارا،
تہ لوڏو ايندو لواريءَ کي، ويندي يس زينتا،
ڇهين پيڙهي ڇيه ٿيندو، ويندس امانتا،
ڪري پوندو ڪفر ۾، جيتوڻيڪ منهنجو مرشدا،
چوائيندو پاڻ کي، آهيان رسول خدا،
اهڙا آثار ظاهر ٿيندا، بلڪل ظهورا،
چوائيندو پاڻ تي، ڪلمو شريفا،
لا الله الا الله محمد زمان، رسول الله.

(بقول علامہ عمر بن دائود پوٽي جي تہ جنهن ڪتاب جو گرهوڙي صاحب حوالو ڏنو آهي اهو علامہ جلال الدين سيوطيءَ جو هڪ فتويٰ جو رسالو آهي.)

هي آهن اهي چند سٽون جن غلط فهميءَ جو طوفان ڪڙو ڪيو آهي. هيءَ پچار بلڪل غلط آهي، ڇهين پيڙهيءَ جو معيار بہ غلط آهي. پيو تہ اهو سارو هنگامو ۽ فساد خواجہ احمد زمان (قدس سره) لاءِ ئي الزام تراشي ڪئي ويئي تہ هو پاڻ کي رسول خدا ٿو سڏائي ۽ پاڻ تي ڪلمو ٿو چوائي.

پر ”دروغ گورا حافظ نہ باشد“ جي مصداق ڪوڙن ڪان ڳالهہ بہ ڪوڙي نڪتي. پيسنگوئيءَ ۾ جو ڪلمو ڇپيو ويو اهي، ان ۾ محمد زمان رسول الله ڇپيو ويو آهي. حالانڪ سندن غلط خيال موجب تہ: ”احمد زمان رسول الله“ لکڻ گهرجي ها. پيو تہ خواجہ محمد زمان اول (قدس سره) ۽ خواجہ محمد زمان ثاني (قدس سره) وارا بزرگ صديون اڳ گذريا آهن. ان حالت ۾ پيشنگوئيءَ جو اشارو خواجہ احمد زمان ڏانهن آهي.

چوائيندو پاڻ کي، آهيان رسول خدا،
چوائيندو پاڻ تي ڪلمو شريفا،
لا الله الا لله. محمد زمان رسول الله.

پر مٿين تڪن جي آخر ۾ محمد زمان رسول الله آئي پنهنجي من گهڙت ڪوڙ جي پاڻ ئي ترديد ڪئي اٿن اگر خواجه احمد زمان (قدس سره) پاڻ کي خدا جو رسول چوايو ۽ پاڻ تي ڪلمو شريف چوايائين ته پوءِ محمد زمان رسول الله جي پاران ته احمد زمان رسول الله هئڻ ڪپندو هو ! ان متضاد ۽ غلط بيانيءَ مان صاف ظاهر آهي ته بيت الحاقي ۽ مصنوعي آهن. جي بلڪل غلط ۽ واهيات به آهن. ته مخدوم گرهوڙيءَ کان صديون پوءِ خواجه احمد زمان (قدس سره) جي دؤر ۾ جوڙيل آهن. جي سراسر فريب تي مبني آهن.

سوچڻ گهرجي ته حضرت گرهوڙي، پنهنجي دور جو وڏو بزرگ ۽ علام هو. ۽ سلطان الاولياء خواجه محمد زمان قدس سره جو وڏو خليفو هو ۽ سندن ئي هم عصر هو ۽ ابتدا کان وٺي وفات تائين نهايت عقيدتمندانه حيثيت سان رهندو آيو. جڏهن ته پيشنگوئي ٿاهنيدڙ پيل وچان احمد زمان جي بدران ڪلمي ۾ محمد زمان آندو ! پر جي مخدوم گرهوڙيءَ جو ڪلام هجي ها. ته پوءِ ان ۾ پيشنگوئي طور احمد زمان آڻڻ گهرجي ها. جو صديون پوءِ پيدا ٿيو ۽ جنهن جي ئي زماني ۾ هنگامه خيز طوفان پيدا ڪيو ويو. ان مان ثابت ٿيو ته هي سارو مسئلو نسورو ڪوڙ جڙاءُ آهي، جو زبان ۽ بيان جي لحاظ سان به ڪچو، بي رنگ، بي روح ۽ بي معنيٰ آهي. نه منجهس الفاظن جي سونهن آهي ۽ نه ڪو معنوي لحاظ سان ئي عبارت ۾ سونهن ۽ پختگي آهي. ان لحاظ سان ئي ڏسجي ته مخدوم گرهوڙيءَ جو اصل ڪلام حسن ۽ خوبيءَ جي بلندين تي آهي ۽ هي ڪلام معمولي، خسيس ۽ غير شاعرانه آهي.

علامه دائود پوٽي به صاف چيو آهي:

"ان جي عبارت نهايت ڪچي، ڪريل ۽ بزرگ جي شان وٽان ناهي."

انطرح مرحوم لطف الله پڻ واضح نموني ۾ هن پيشنگوئيءَ جي صحت کان صاف انڪار ڪيو آهي. تذڪره لطفي ١٩٤٣ع ص ١٩٠ تي لکيو اٿس:

"ساڻس (مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي) هڪ پيشنگوئي به منسوب ڪئي وئي آهي. جن ۾ اهڙا واقعات آهن، جن مان ان پيشنگوئيءَ جي صحت ۾ فرق پوي ٿو. ان کان سواءِ ان جو شعر بلڪل ڪريل آهي ۽ فقير صاحب جي ڪلام سان ڪابه مشابهت نٿو رکي. تنهنڪري چئبو ته اها پيشنگوئي ڪنهن

سگهڙ جي نهيل آهي."

مرحوم لطف الله بدويءَ جي عبارت نهايت صاف آهي.

۽ ان متعلق ڪنهن بہ تبصري جي ضرورت ناهي.

## پيشنگوئيءَ جوڙيندڙ ڪير؟

ايتري بحث کان پوءِ ان سوال جو جواب ڏيڻو آهي تہ: پيشنگوئيءَ جو جوڙيندڙ آخر ڪير آهي؟ ان جي جواب متعلق سنڌ جو مشهور عالم دين مخدوم مولانا امير احمد عباسي کهڙائي مرحوم لکيو آهي:

"اڄڪلهہ هڪ پيشنگوئي جا سندن (مخدوم گرهوڙي) نالي ڇٽي وڃي ٿي، سا غلط آهي. اها خلافت واري زماني ۾، مولوي احمد علي مجذوب ڏوري ناري واري جي تاليف آهي ۽ گهڻو پوءِ جي چيز آهي."

(ڏسو رسالو مهراڻ نمبر ٣ - ٤ / ١٩٦٦ع مضمون "سنڌي علماء")

## ڪنهن بہ ترديد نہ ڪئي !

ياد رکڻ گهرجي تہ مولوي احمد علي مجذوب باقاعده مهراڻ رسالو گهرائيندو هو ۽ پڙهندو هو. آخري عمر ۾ نابين ٿي پيو، تاهم رسالو مهراڻ گهرائي، ٻين کان پڙهائي ٻڌندو هو. پر مخدوم امير احمد مرحوم جي ڪڍهن بہ ترديد نہ ڪيائين ۽ نہ ڪو سندس ڪنهن دوست ترديد لکي موڪلي ۽ نہ ڪو مون ڏانهن ايڊيٽر رسالہ مهراڻ جي حيثيت سان ترديدي خط موڪليائين ۽ نہ ڪو ڪنهن ٻئي دوست کان ڪو خط لکائي موڪليائين.

ان سلسلي ۾ ڪيترن دوستن اها روايت بيان ڪئي آهي، تہ مرحوم مولوي احمد علي مجذوب اسان کي ڪلي چوندو هو تہ: "برابر اها منهنجي لکيل آهي ۽ ان وقت خلافت واري زماني ۾ تيار ڪيل هئي. يعني ١٩١٤ع کان ١٩٢٠ع جي وچ واري زماني ۾."

ان پيشنگوئيءَ متعلق اڃا بہ وڌيڪ ڪلئي نموني ۾ اعتراف ڪندي ٻڌايائين:

"ها، اها پيشنگوئي منهنجي تيار ڪيل آهي. سنڌ ۾ وڏندڙ پير پرستيءَ کي محسوس ڪندي، چند هم مشرب دوستن جي باهمي مشوري سان پراڻي سنڌي ۾ تيار ڪئي ويئي، جيئن ماڻهن ۾ اهو شبهو نہ ٿئي تہ ڪا هن زماني ۾ ٺاهيل ! ڪن سياسي ماڻهن جي اشاري تي ان جا خاص حصا تيار ڪياويا...... جن جا نالا هي آهن.........."

بهرحال، مصلحتاً اهي نالا ظاهر نہ ڪيا ويا.

# علامہ دائود پوٽي جو خط:

ان سلسلي ۾ علامہ دائود پوٽي مرحوم جو هڪ خط پڻ قابل توجهہ آهي، جو ڪلام گرهوڙيءَ جي هڪ دستختي نسخي کي هٿ ڪرڻ لاءِ مير اميد علي خان ٽالپر کي ١٩٥٢ع ۾ لکيو ويو هو. ان اصلي خط جو عڪسي فوٽو اميد تہ پيشنگوئي متعلق شايع ٿيندڙ ڪتابڙي پيش ڪندا سون.

خط ۾ علامہ مرحوم، مير صاحب کي لکيو آهي:

"مون کي خبر آهي تہ اها نام نهاد پيشنگوئي بزرگ صاحب (گرهوڙي) جي ناهي. مون کان سرڪاري طرح مسٽر ليمبرڪ بہ پڇا ڪئي هئي. ۽ مون لکت ۾ جواب ڏنو آهي تہ اها پيشنگوئي بزرگ جي ناهي. ڇڪاڻ تہ سندن ڪلام اعليٰ عليين تي ۽ هن پيشنگوئي جي عبارت نهايت ڪريل ۽ اسفل سافلين تي آهي. ان باري ۾ جناب پير گل حسن صاحب (قدس سره) جن بہ مون کي "اعلان حق" جو هڪ صفحو ڏنو هو. اها ڳالهہ ثابت آهي تہ گرهوڙيءَ جي قديم توڙي جديد نسخن ۾ ها ڪوڙي پيشنگوئي موجود ناهي ۽ جيڪڏهن مخلص جي چيل آهي تہ ضرور ڪنهن خاندان جي دشمن جو دمپختو آهي." (علامہ جو قلمي خط)

انڪان پوءِ مير صاحب موصوف ڪان علامہ صاحب راءِ طلب ڪئي آهي تہ ان پيشنگوئي کي ڪلام گرهوڙي ۾ آڻجي يا نہ ؟ ان متعلق بہ ڊاڪٽر صاحب لکيو آهي:

"هيستائين مون کي انجا چار پنج قلمي نسخا مليا آهن، انهن کي پيٽي درست ڪيو ويو آهي. منهنجو خيال آهي تہ انکي اصل ڪتاب جي متن مان

ڪيو، ضميمي ۾ ڏيان. هن عنوان سان: پيشنگوئي منسوب به شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رح ۽ تمهيد ۾ ان کي ڪوڙو ثابت ڪيان. پرجيڪڏهن اها ڳالهه منظور نه هجي ته موڪو ڪيو ڇڏيانس.

مهرباني فرمائي پنهنجي راءِ صائب کان واقف ڪندا."

ان کان پوءِ مير صاحب جي مشوري سان، اها پيشنگوئي "ڪلام گرهوڙي" جي متن مان ڪيو ڇڏيائون ۽ تمهيد ۾ ان پيشنگوئيءَ متعلق بلڪل صراحت سان ذڪر ڪيائين ته اها بلڪل غلط ۽ لغو پيشنگوئي آهي، جيئن علامه صاحب مرحوم جي راءِ مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون.

## مير حاجي محمد بخش ٽالپر جي راءِ

مشهور مورخ ۽ محقق جناب مير حاجي محمد بخش ٽالپر، ميرپور خاص واري ان پيشنگوئيءَ متعلق پنهنجي هڪ علمي تحرير ۾ لکيو آهي ته:

"هت ته درويش گرهوڙيءَ جي نالي پير ڪوڙي ڪوڙ هنيو ويو آهي، گويا "عالم الغيب" جو ڪم هن پيشنگوئيءَ جي وسيلي سان ادا ڪيو ويو آهي. اصل اهڙين غلط پيشنگوين قومن کي آفيم جو نشو پئي ڏنو آهي........گرهوڙي جهڙي جيد عالم ۽ صاحب تصوف تي هي نسورو ڪوڙ آهي، ٿي سگهي ٿو ته مولوي مجذوب مرحوم (مولوي احمد علي مجذوب) جي ڪارستاني هجي.

(ڏسو رسالو مهراڻ نمبر ١ - ١٩٧٢ع ص ٢٢٢ الف)

مير صاحب جي ان ترديد متعلق مجذوب يا سندس ڪنهن دوست ۽ واقفڪار ڪنهن به قسم جي ترديد نه ڪئي آهي.

## سيد احمد شاه جو بيان

ان سليسي ۾ حضرت گرهوڙي بادشاهه جي سجاده نشين سيد احمد شاهه مرحوم "اعلان حق" جي عنون هيٺ بيان شايع ڪرايو هو، جنهن جو ذڪر علامه دائود پوٽي پڻ ڪيو آهي. ۽ اهو حوالو هن تحرير ۾ مٿي بيان ٿي

چڪو آهي. سيد احمد شاهه مرحوم ان پيشنگوئيءَ متعلق چيو آهي:

"نهايت افسوس سان ظاهر ڪرڻو پوي ٿو تہ خود غرض ماڻهو عداوت دشمني سببان، ڪوڙ ڪان ڪم وٺي، حضرت شهيد بادشاهه گرهوڙي جهڙن برگزيده ۽ پاڪ هستين جي ڪلام پاڪ ۾ دست اندازي ڪري ڪوڙيون روايتون ڇاڻائي، خلق خدا کي، گمراهه ڪن ٿا.........آءُ مٿين پيشنگوئي، جنهن ۾ ڪوڙي حقيقت ڇاڻائي درگاهه لواري شريف ۽ حضرت مرشدنا جي خلاف جيڪي لکيو ويو آهي، تن جي زوردار الفاظن ۾ ترديد ڪريان ٿو....جيڪڏهن اهڙي اعلان ڪان پوءِ ڪو ماڻهو مٿين غلط پيشنگوئيءَ تي اعتبار ڪندو تہ اهو پاڻ جوابدار آهي، خداوند عزوجل ۽ سندس رسول پاڪ وٽ. منهنجو فرض مون ادا ڪيو." (دعاگو سيد احمد شاهه سجاده نشين درگاهه گرهوڙي شريف)

## درگاهه عاليہ لواري شريف پاران وضاحت

درگاهه لواري شريف جي موجوده سجاده نشين خواجہ گل حسن صاحب، مدظلہ ان غلط پيشنگوئيءَ متعلق فرمايو آهي:

"حضرت خواجہ احمد زمان قدس سره جي زماني ۾ هڪ پيشنگوئي، جنهن جي بناوٽ وارا سنڌ جا ہہ تي مشهور ماڻهو، درگاهه جا مخالف هئا. جن جو نالو وقت جي مصلحت موجب ظاهر ڪرڻ نٿا گهرون، تن هڪ مصنوعي پيشنگوئي بنائي، جنهن ۾ حضرت خواجہ صاحب متعلق ناشائستا الفاظ آهن. انکي مشهور عارف با الله خواجہ شهيد گرهوڙي جي نالي سان منسوب ڪري، اها مشتهر ڪئي. جنهن جي ترديد سيد احمد شاهه سجاده نشين گرهوڙي شريف جي ڪئي آهي." (ڪتاب لطيفة التحقيق ص ٣ - ۴ )

حضرت خواجہ صاحب جي هيءَ وضاحت ڪنهن بہ تشريح جي محتاج ناهي. هر ڪو اهل علم سمجهي سگهي ٿو.

## مضمون نگار جو نوٽ

حضرت گرهوڙيءَ ڏانهن نسوب غلط پيشنگوئيءَ جي ترديد لاءِ مٿي آيل محققانہ رايا اميد تہ ڪافي ٿيندا.

ان سلسلي ۾ گذارش آهي تہ رسالہ مهراڻ نمبر ۴ - ۱۹۷۱ع ۾ ان پيشنگوئي متعلق مهراڻ رسالي جي ايڊيٽرجي حيثيت سان جو علمي نوٽ هنيون ويو هو، ان کي دوباره هت پيش ڪرڻ علمي فائدي کان خالي نہ ٿيندو. ان نوٽ جو عنوان آهي "پيشنگوئي" ان ۾ چيل آهي تہ:

"مخدوم گرهوڙيءَ جي پيشنگوئي عوام ۾ڪافي مشهور آهي، پر عالمن ۽ محققن وٽ ان جي مستند ۽ تاريخي حيثيت ڪانہ آهي. هن قسم جون ڪيئي پيشنگويون هن کان اڳ بہ ڪن وقتي ضرورتن ۽ مصلحتن هيٺ ٺاهيون ويون آهن. اها بہ حقيقت آهي تہ شڪست خورده ذهن جي تسڪين ۽ تسليءَ لاءِ اهو تاثر پڻ قائم ڪيو ويندو آهي تہ هو جدوجهد ۽ عمل کان عملي طرح سان ڪناره ڪش ٿي ويهن ۽ پيشنگوئيءَ ۾ آيل فرضي ڪردارن لاءِ انتظار ڪن. ان کان اڳ ڪنهن بہ عملي جدوجهد جي ضرورت ناهي.

ان سلسلي ۾ تازو شاه نعمت الله (۷۳۰ هہ - ۸۳۴ هہ) جي پيشنگوئي وڏي اهتمام سان اردو اخبارن ۾ شايع ٿي آهي. ان جي ڇپجڻ کان ڪيترن محققن خود ان کي رد ڪيو آهي ۽ ٻڌايو آهي تہ اها پيشنگوئي جعلي ۽ مصنوعي آهي، ان ۾ ٻارهين ۽ تيرهين صديءَ جي فارسي استعمال ٿيل آهي.

مخدوم گرهوڙيءَ جي پيشنگوئيءَ متعلق اهل قلم چاڻن ٿا تہ اها مشهور خلافتي ڪارڪن مولوي احمد علي مجذوب دل جي ٺاهيل آهي. سندس چوڻ هو تہ وڏي جنگ ۱۹۱۴ع واري دؤر ۾ اها ٺاهي ويئي. مولوي مجذوب جا سوين احباب ان قول جا شاهد اڄ بہ موجود آهن." (رسالہ مهراڻ نمبر ۴ - ۱۹۷۱ع نوٽ "پيشنگوئي")

آخر ۾ اها گذارش آهي تہ اها پيشنگوئي موضوع ۽ مواد جي لحاظ سان بلڪل فرضي اختراع تي مشتمل آهي، جيئين شاهہ نعمت الله جي پيشنگوئيءَ کي عالمن ۽ محققن طرفان، تاريخي معيار تي جعلي ۽ مصنوعي چيو ويو آهي. تئين هن پيشنگوئيءَ لاءِ بہ عالمنءِ محققن جي اها راءِ آهي.

ان متعلق هڪ مڪمل ڪتاب زير ترتيب آهي، جنهن ۾ اصلي ڪتابن ۽ خطن جا عڪسي فوٽا پڻ ڏنا ويندا، جنهن ۾ پيشنگوئيءَ جي غلط ۽ بي بنياد هجڻ لاءِ تاريخي ۽ علمي دليل پيش ڪيا ويا آهن.

اميد تہ هيءَ مختصر تحرير حضرت سلطان الاوليا خواجہ محمد زمان قدس سره ۽ سندن سجاده نشين متعلق پيدا ڪيل فساد انگيز ۽ بهتان آميز الزامن جي ازالي لاءِ ڪافي ٿيندي ۽ شهيد گرهوڙي رحہ جهڙي برگزيده عالم سان منسوب ڪيل جعلسازيءَ کي هميشه لاءِ ختم ڪري ڇڏيندي.

# ڪتابيات

## سنڌي


١ـ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو: ڪلام گرهوڙي ١٩٥٦ع
٢ـ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽو: مضمون ۽ مقالا، ١٩٧٨ع
٣ـ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽوا: ابيات سنڌي، ١٩٣٩ع
٤ـ ڊاڪٽر گربخشاڻي: شاهہ جو رسالو، ٽي جلد، ١٩٧٩ع
٥ـ ڊاڪٽر گربخشاڻي: لنواري جا لعل، ١٩٣٤ع
٦ـ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو: سنڌي ادب جي مختصر تاريخ، سال ١٩٩٤ع
٧ـ ايضاً: سنڌيون. ١٩٧٠ع
٨ـ مولوي دين محمد وفائي: تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، ١٩٨٦ع
٩ـ پير علي محمد راشدي: اهي ڏينهن اهي شينهن، جلد ٻيو، ١٩٨٠ع
١٠ـ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: لطيفي لات، سال ١٩٩١ع
١١ـ لطف الله بدوي: تذڪره لطيفي، ٦٨-١٩٦٧ع
١٢ـ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالغفور سنڌي: عظيم سنڌي انسان، ١٩٨٠ع
١٣ـ مير نظر علي ٽالپر: آئينہ اوليا، ١٩٧٤ع
١٤ـ شيخ ابراهيم ساند: مقولات تصوف، ١٩٧٢ع
١٥ـ پروفيسر علي نواز جتوئي: شهيد جو سنڌي ڪلام، ١٩٨٤ع
١٦ـ خليفہ محمود ڪڙيہ وارو: ملفوظات روضي ڌڻي، ١٩٨١ع
١٧ـ معمور يوسفاڻي: (مضمون) سنڌي باب الاسلام، جلد ١
١٨ـ ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر: سنڌ جا اسلامي درسگاهہ، ١٩٨٢ع
١٩ـ شيخ عبد الحق دهلوي: مدارج النبوت، جلد ١
٢٠ـ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سنڌي لغت جلد ٽيون ١٩٨٤ع
٢١ـ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: جنگنامہ، ١٩٨٤ع

٢٢- مير نورعلي شاهه ۽ مير شجاع لکوي: حاشيه لطيفة التحقيق، ١٩٥٠ع
٢٣- رچرڊ برٽن: سنڌ ۽ سنڌو نديءَ جي ماٿر ۾ رهندڙ قومون (سنڌي ترجمو) ١٩٧٦ع
٢٤- ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ: سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مختصر تاريخ، ڇهون ڇاپو، ١٩٩٠ع
٢٥- ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي: سنڌ ادب جي مختصر تاريخ، ١٩٨٢ع

## اردو

٢٦- محمد حنيف مهر ڪاڇيلو: مشائخ لواري شريف، ١٩٦٩ع
٢٧- محمد حنيف مهر: ڪلهوڙا شڪست کان پوءِ ١٩٧٣ع

## قلمي ڪتاب

### (مملڪ: پيرپادشاهه لائبريري ڀولو ڏوڪري)

٢٨- مير بلوچ خان ٽالپر: فردوس العارفين، سنڌي ترجمو
٢٩- مولوي عبدالقادر ٻوبڪائي: ارشاد الباري، سنڌي
٣٠- آخوند الهڏنو ٻوبڪائي: مجلس شريف سنڌي
٣١- مير آدم فقير ٽالپر: سوانح مير بلوچ خان ٽالپر، سنڌي

## اخبارون

٣٢- هفتيوار پيغام ڪل ٽنڊو جان محمد سال ١٩٣٩ع کان ١٩٣٤ع تائين
٣٣- روزانه الوحيد ڪراچي: ٢٧ مئي ١٩٩٣ع
٣٤- روزانه عبرت حيدرآباد: ٣١ جولاءِ ١٩٩١ع
٣٥- روزانه هلال پاڪستان ڪراچي: ١٥ سيپٽمبر ١٩٩٢ع

## رسالا

٣٦- مهراڻ: ٣ / ٣ / سال ١٩٦٦ع
٣٧- مهراڻ: ٣ / سال ١٩٧١ع
٣٨ نئين زندگي: ١٢ / سال ١٩٨١ع
٣٩- نئين زندگي: ٣ / سال ١٩٩٢ع وغيره
٤٠- الفاروق ڪراچي سال ١٩٩٥ع
٤١- شريعت سکر سال ١٩٩٠ع

حصو پيو

# سنڌي مداح المعروف حقيقت محمدي

اسم سائي الله جي، سهڻي توڪ ٿيا
جو خالق مخلوقن جو، رهبر رحيما
صلواتون سرور اتي، جو جوهر جهانا
آل احمد هيڙيون، يارس ڏيهه ڏيا
ڪٿي عاشق ڪوڏيا، سالڪ سچا را
جي سدا شوق شفيع جي، پڇن پروانا
وڏا طالع تن جا، جي سڪن سيد لاءِ
" المرءُ مع من احب " (١) ايڏي راز رسياءِ
پر سڪڻ سچاڻي ڪڏهين، هوت هيين ڌاران
" وڪيف يدرڪ في الدنيا حقيقة قوم ينام تسلوا
عنه بالحم (٢) آهي اشارتا
سي ڪينءَ پسن سپرين، جني قلب ستاءِ ؟
سٽي صورت سنهٽو سجڻين، اين آرا ماءِ
اي سپ سنهٽو سجنين، پاڻ پراهم آه
دار دنيا جو جڏي، لنگهه لقاپور ڏانهن
جتي جلوي شاهه جي، سچ چنڊ سچا ياءِ
" اذالشمس ڪورت، اجهم "،(٣) وچ اوڏانهه
" انا والساعة ڪهاتين السنباية
والسطيا " (٤) نرتي ڪرنگاهه
" انتم والساعة في قرن " (٥) اتو علي شاهه
" المؤمن مرآة المؤمن " (٦) رمز پڇي رم راه
ڌاران پسڻ پرينءَ جي، حياتي حيعَ

" الدنيا سجن المؤمن " (٧)، اهڙ ايمانا
هڏ نہ اچي هن ڏيهہ ۾، عاشق آراما
احمد دنيا دار ۾، موران تان نہ مياءِ
تيلانهہ دوزخ مومنين، دنيا جو داراءِ
" کن في الدنيا کانک غريب
اوعابرالسبيل " (٨) پرين پراهون آه
جيڪڏهن دنيا دار ۾، پريئن ٿيا پڌراءِ
تہ هوند نہ رهيو ڪڏهين، ڪافر منجهہ ڪفراءِ
" ينظرون اليک وهم لايبصرون " (٩) هوت نہ هت هياءِ
لالڻ لقاپور رهي، پڌر پاڇو ياءِ
اهي ڏسن ان کي، جي ان ڏيهہ وياءِ
ٻيا سڀ سٹن ڳالهيون، ڪي پسن پاڇو ياءِ
ڳڙ نہ سچاپي ڳالهيين، جان جان ڳڙ نہ کاءِ
جان توسڪ شفيع جي، تان لاڳاپا سڀ لاه
دنيا دار نہ دوس جو، نکر تنه نجهراءِ
ملڪ پسين محبوب جو، جت عيش نہ عيش جهاءِ
سدا سارنگ ٿو وسي، نکو وڻ کو ماءِ
مرض مورائين ناهہ کو، قحط جاءِ نہ کاءِ
موت محالي تنهنجو، وائي ويري ناهہ
علم عطائي اتهم، ڪينهي سڪ شبهاءِ
ڏک نہ ٿئي ان ڏيهہ ۾، سيئي سرها
سچ ري سهائو ٿئي، ڪپه ري ڪپڙا
سيڪي ميسر سيکنهين، ويلي وات نکاءِ
وجهل ان وطن جي، مون کي ماريو ماءُ !

اٿهي پهر اداس ۾، ڳري ماه مٿان ۽
سجهيس سڪ ساٿيهہ جي، ويتر پاڙيچا ۽
" امن تذڪر جيران بذي سلم: (١٠)، حال منهنجو ماءُ
جنين قرب ڪنڍن سين، مجر ماڻڻ لاءِ
پلر پيا ڪو سپرين، سانگي سلم جاءِ
جهجان جهوريءَ تن جي، ڳلن سر ڳوڙهاءِ
وري پاڙي پريان، ڪنه پر مڙان ماءِ
ساريو سپرين ڪي، ڦاٽان فرا قاءِ
مولا ! ميڙ غريب ڪي، مٺو محبوبا
وصف جنه ورنه جي، مٿو مور نہ آهہ
سسئي، سنهڻي، مون پرين، ماروئي محبوبا
پاڙي مون پرين جي، مجنون مشتاقا
ڪهڙي مدح گهوٽ جي، جو سيئي سينگارا
مدح ۾محبوب جي، هاتڪ حيرانا
" اللهم صل من ذاته جوهر " والعالم ڪله عرض " (١١)
احمد اهياٽا
حقيقت حبيب جي، عجب جهڙي آه
جامع ليل نهار ڪي، شفق جي ساجاءِ
" اعيي الوري؛ فهم معناه فليس يري القرب
والعبد منه غير منفحم (١٢) پريان پار اها
فرع فاهم نہ ٿئي، اصل ڪي اصلا،
عقل اوراهون رهي، احمد عالي جاءِ
حد حسن جي ناهہ ڪا، قرشي ڪمالا
جهڙو صورت سفرو، تهڙو منجهہ معني؛

"منزه عن شريڪ في محاسنه، فجو هر
الحسن منه غير منقسم" (١٣) عربي اهڃاڻا
اصل سيني ماهيتن، ماهيت محبوبا
آگو ڄئو م انکي، نکي مخلوقا
ملڪ ماڳ نہ هوت جي، پريون پينارا
اي سڀ پردا پريان، اوءِ ڪي اور ٿياءِ
موران ناهہ ملڪ ۾، ڪو سيد شريڪاءِ
پڌرو پدمن ۾ ٿئي، عدد مور نہ آه
حسن جوهر هيڪڙو، ڪثرت جاءِ نہ ڪاءِ
ناهہ ججهائي جوت ۾، توڙي ڏهہ لک ٿين ڏيا
حسن حقيقت هڪڙي، بيحد بروزا
سرور آخر صور تين، مهڙ منجهہ معنيٰ
اصل عالم مون پرين، علت ايجادا
آدم ولد ان جو، توڙي والد آه
والد آهي وڻ جئن، ميوو مولودا
"اول الفکر آخر العمل" (١٤) پريان پر اها
پاڻان سونهين مون پرين، ٻيا سڀ ان سببان
نرل نوري پاڻ ۾، ٻين نور اتان
صلواتون سرور اتي، عالم تي انکان
لالڻ سندي لڱئين، رحمت رنگ ڪيا
حسن ڏاران هوت جي، جلوو جنت ناه
حسن حورن ڪي سريو، سيد صحبت ڪان
سڄي سونهہ شفيع جي، پئن هوت هتان
"وما ارسلناڪ الارحمة للعالمين" (١٥) احمد ريءَ

اونداه

اڳي وڻيو ان سين، اهوئي محبوباءِ
ٻاجهه نه پوي ٻئن تي، مولي کي مورا
مگر محمد جام کان، کي حسن هٿ ڪندا
پاڙي رهي پرين جي، مجنٺ ماڻيندا
تڏهه تسي تن تي، سيد جي سببا
" وما كان الله ليعذبهم وانت فيهم " (١٤) پرتا پرين سندا
وڏا طالع تن جا، جن ساڄن ساءُ
سيد سلوڻا ڪيا، ملاحت منجهان
جت اثر حقيقت هوت جو، نيشاني نورا
اتي عيد مدام جي، جکيءَ جاءِ نه ڪا
" لهم بشري في الحياة الدنيا " (١٧) ايڏي مان مڙيا
بشرا مڙيا بود لا، گوندر سڀ گيا
پير سندا پٽ تي، اين اوتارا
حقيقت حبيب جي، پسندي پر ٿيا
ڏيهه لنگهيائون ڏک جو، سک سر سونهاٽا
بابو بوءِ بشير جي، سنگهندي سون ٿياءِ
لوڪ جڏيائون لوه جو، ٿيا پارس پاڙيچاءِ
ماهيت محمد شاهه جي، آهڙي عجيباءِ
صلحي سانس سک ٿيا، ٻر ٻر ٻئن لاءِ
" فاتبعوني يحببكم الله " (١٨) جي گڏيا سي اڏيا
" وكل آي اتي الرسل الكرام بها بانما التصلت
من نوره بهم (١٩)، سٽي ڪر صحيا
ملڪن آدم مڃيو، سيد جي سببا

ٻيڙي طوفانان نلگي، نرمل جي نظرا
احمد ابراهيم ۾، اَڙاهہ اجها ياءِ
بحر موسيٰ مجيو، ساڄن جي سانجاءِ
مٿي در دوستن جي، درسن دائودا
شوڪت سليمان کي، نوريءَ جي نظران
قدرت قريبن جي، ڦيريو فرعونا
ملڪ سڀ محبوب جي، پسي پاڻ سنداءِ
گهر ڏجاڻي گهور ڏئي، ٿمين ٿانڊي لاءِ
حسن منجهہ حبيب جي، محو منصورا
دوئي ڇڏيو دوست سين، واري صلح واءُ
گهر تڙ گهوري جندڙو، صدقو ڪري ساه
دعويٰ ڇڏي دوست سين، نمي نيازان
ٿورا مڃين سڄڻين، نہ جڻن فرعونان
اَءٌ جي آهيان ڪينڪي، هي سڀ حبيبان
تماچيءَ جو تاب پيو، ميءَ کي مان ڪيان؟
"لئن شڪر تم لازيد نڪم" (٢٠) پاڻ م پسي ڪا
شڪر وٺي سڄڻين، شرڪت شيطان نا
ملڪ سڀ محبوب جي، تنهنجو تر نہ آه
اپ يون ڪرسي، عرض ٿيو ملڪ محتاجا
"ولہ الحمد في السماوات والارض" (٢١) لالڻ حمد لواءِ
پيوند ڏاران پرين جي، مڙيئي مردودا
مڄنٺ محمد جام جي، عالم اجاريا
پلئہ لڳئي پرين جي، اڳلا سڀ اگهيا
صحبت سپرين جي، ڪلي عيب ڪٽيا

"الحمد يملا مابين السماءِ والارض" (٢٢) صحبت اهڙو ساءُ
ذرو زليخا سريو، سيد سونهن منجهان
مهتر يوسف منگيو، هسن حبيبن کان
سج، چنڊ، تارا، ڪتيون، پرين پينارا
بهشت باغ بشير جو، لاڳاپي لطفا
مظهر نار نذير جو، ڪرشمون قهر سندياءِ
لطف لالڻ هٿ ۾، غضب ٻه غلاماءِ
لطف لهرين اڳرو، ڪنڌي قهر نه ڪاءِ
جيري پاٽيءَ پنيو، حسن هوت هٿان
جيڪي جنين، مگيو، اهو ان عطا
ڪي قتل جا ڪوڏيا، ڪي عاشق ايمانا
موجب سڪا سائلين، بخشي بشرا
موڪو مدينو مشڪ سين پرين پر ڪيا
ڪافر دوزخ ڪوڏيا، احمدات مڪا
سيت سڪن پرينءَ ڪي، مڙئي مخلوقا
پر ساجاءِ وارا سڪ ۾، واءِ ٻين ڪي واءِ !
" اهل المعروف في الدنيا هم اهل المعروف
في الا خرة (٢٣) سا جاه مڪَ سدا
مارو پاٽي پيجري، پهن لالن لاءِ
ڪڪر منجهه قريب جي، سڪن سنگهارا
ساجن سندي سونهن ڪان، سرڪي سمونڊا
امل ماڻڪ منجر موريا، دلاسي دوسان
خوشبوءِ ڪٿوريءَ ۾، ورنهه وصالان
پنهونءَ راٽي پنيو، جانب جوت منجهان

مومل پسي مات ٿي، حبيبي حسنان
برقين مير بشير، جنهہ ايڏا اوج ڪياءِ
پاڻ پريان ڪي جن ڏٺو، تن وائي وات نڪا
ويي هنيڙي هٽڙا، ويئا ويچارا
جيرائي جهان ڪان، لاهوتي لڏيا
خالص خياتن ڪان، هوتن هٽ ڪيا
ڳجھہ اندر جون ڳالهيون، نازڪ نياپا
ان سين اوري مون پرين، انت نہ ڏئي عاما
" والذين اوتو العم " (٢٤) ايڏو ان ڪرما
فڪر قولهہ م ڳالهڙي، ڪھڻ جاءِ نڪا
مٿو هن مهراڻ جو، لڌو نہ لوڪا
ڪکن مٿان ماڪڙي، جٺيندي جريا
ستي پاٽيءَ صاف جي، ڪنهن ڪي ڪوڙين منجهان
علم لوح قلم جا، دنيا آخر تا
سرڪي هن سمونڊ جي، پڌر پيئي آه
ازل ابد جي وچ م، دريا دور ڪيا
مٿو موران نہ اجي، عشق آراما
پرت پوري نہ ٿئي، نور نهايت ناه
مٿو محمد نہ ليي، سيد سمونڊا
لالڻ لباسن م، جانب ڏئي جلوا
" ڪل يوم هو في شان " (٢٦) هر دم هيڪا ندا
جتي نالو هيڪڙو، اتي هيو پڻ آه
سرت سمجھهج ڳالهڙي، مٿان پلين پورا
ڏورج سونهہ شفيع جي، جوڏس جوڏارا

اندر باهر احمدي، نوري نظارا
نوڻ نهار ڄ سپرين، ڏور ڄ ڏني ڏانهه
بر ۾ جاءِ بشير جي، اپ پون اوطاقا
صحبت سپرين جي، ڪک پن ڪکوريا
عيش عيدون لذتون، باغن بهارا
اثر پريانِ جي پير جو، لاڪيئو لا لاءِ
"ڪل جديد لذيذ" (٢٧) تڙ تڙ تازو ساءُ
آگا ميڙ "عبدالرحيم" کي، مٺو محبوبا
اندر آئي عين کي، اوري نہ آرما
لوڪ لهرين سيڪڙو، مون پرت پاڻيءَ ڏانهہ
مان ساڪن ٿيان سير جو، ماٺيان باغ بقاءَ
لهريون اڇليون وڇليون، سمنڊ سدائين آه
"العلم بحر وعلم العلم امواج" (٢٨) وجهلان وحدت لاءِ
وحدت سندي ويرد ۾، احمد اوطاقا
پرور پرين ميڙ مون، وڃان وڄ وڃاءِ
نير نماڻيءَ پير ۾، بيحد بند ٿياءِ
ڪو وارثين واءُ وصال جو، جنين پسان پاڙيچا
قلب ڪثرت قيد ۾، سڪي ساٿيها
جت احمد حامد سو ٿيو، سوئي محمودا
سوئي ساءُ قهر ۾، جهڙو لطف لاءِ
وه ليلان جو مجني، مٺو ماڪيءَ ساءِ
سو اونداهي، سو سوجهرو، سو پنهون، سو ڪيچا
سوئي ساءُ اڪن ۾، سوئي ڪماندا
سسئي سمرو نہ پڇي، جنه جني ٿيو ڄيرا

سوئي صحت سڪار ٿيو، سو ڏک ڏڪارا
رسڻ پريان راحتون، گاريون گلن ساءِ
وڻ نہ ڪومائي ڪڏهم، مڪري مداما
سدا قلب ڪڪوريو، محبت ملارا
سرءُ سيارو، واهندو، ساوڻ آڙهاڙا
مينهن مدامي ميٺ سين، ڪڪرن قرارا
ڏک مٺا ان ڏيهہ جا، سهسين سڪنئا
لنگهڻ گهارڻ گهر ۾، ڪوءِ پلاءِ پرڏيها
اڇي جان ان ڏيهہ جي، هينڙي ڪي هيراءِ
ڪٿوري جا تاتار جي، تنهہ جو تل نہ ساءُ
ووءِ ووءِ ان وطن جو من ۾ ماتا مان
سڪ ساريو سور چران، ڪنهہ در ڏيان دانه
لڪيو لوڙيان جيڏيون، ڳاڙيان ڳل ڳوڙ هاءِ
ٿورا ٿاريلن جا، ساريو مران ماءُ
ڪ پاڙيچن پار ڪٿان، ڪ سرهي سائيها
" لهم مايشاعون فيها ولدينا مزيد " (٢٩) اهنج ان ڏيها
اخوانا علي سرور متقابلين پاريچن پارا
باري ! بند پري ڪريين، وڇوڙيا ميڙاءِ
قادر ! ڪوٺ ڦٽائيين، عمر جو آگا
تہ پسان پاڙيچن ڪي، جني سيباٺو ساه
اندر آٽي اڄ مري، ڦاٽي فراقا
جيڪي موڪل موت ڪي، جيڪي محب ملاءِ
اڪٺ خزانا تو ڏٺي ! سڻ مون سوالاءِ
جهجان جهوريءَ جن جي، سيئي دوست دڪاءِ

كنتي ناهہ كرم جي، خالق مون مگّجاءِ
كين مگّان تو مورهين، ميڙائي ڏاران
ڪ ائين مرندس هت، پڇندم پسا ها !
ڪ ملندس محبوبن كي، سرهي ساٿيها !
فكر ڦوري هٿ ۾، هنيڙو حيرانا
تند توكل جي لهان، تہ كر مون لک لڌا
صبر ساڻ سلام ري، موران ماڙ نہ كا
آگو راضي ائين ٿئي، جئن تون ساڻ رضا
كوه كريان، كيڏانهہ وڃان، منهنجي وس نہ كا
جان كهان تان كڙي ٿيان، صبر ۾ وه ساءُ
مرڻ منهنجو ناه كو، جيڻ جاءِ نہ كا
" لا يموت فيها ولا يحيٰ " (٣٠) هي مون حال ٿيا
" كل ماقدر يكون " (٣١) انگ اڳهين لكيا
امڙ ايريو مون ڏنو، تنگ تنجئا انگڙا
اوڏهي سين اينءَ ٿيو، هاٿي ڏوهہ ٿيا
" من صمت نجا " (٣٢) كهڻ جاءِ نہ كا
جيكي ڏنو سڄڻين، سو سهہ سريرا
رات پڇاڻان ڏينهہ ٿئي، روزي تان عيدا
مينهہ پڇاڻان تاڙي، سبڻ ڦاٽڻ لاءِ
بک ريءَ كاڄ نہ كانجي، صحتين ويچ كها ؟
" لاتيئسوا من روح الله (٣٣) ڏي دل كي دلاسا
تہ سگها ملنديءِ مارئي، من سک محبوبا
ركج محبت مارئي !، وڃانچ م وفا
" اوفوا بعهدي اوف بعهد كم " (٣٤) سيڻن سچ سهاءِ

" لنءُ لاڪيٽي ڏيھ جي، پر ڏيهي پهتاءِ
" من احب شيئاً اڪثر ذڪرة " (٣٥) اندر آڳ جلاءِ
جسو زنجيرن ۾، هينئڙو هت رهاءِ
" الدنيا جنة الڪافر " (٣٦) پرهه م پئو لا
نڪ وڍيو تنهه نار جو، جنهه ور ري ويس ڪيا
" من لبس الحرير في الدنيا لم يلبسه
في الاخرة (٣٧) اي ٻجهه اشارتا
" فاذڪروني اذڪرڪم (٣٨) سارڻ سارڻ لاءِ
مولا ! وطن ميڙيين، جي سڪن ساٿيهاءِ
بخشين ڏوهه ڏوهاريئن، ڪلمون قلب ڪهاءِ
پاڻ پساءِ اڪيين، پاڙي پرين رهاءِ
هادي وقت هلڻ جي، ڪلمون قلب ڪهاءِ
لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم

## قرآني آيتن، حديثن ۽ عربي عبارتن جي معنيٰ¹

١- المرء مع من احب: (ح): ماڻهو انهن سان گڏ هوندو، جن سان ڪيس محبت هوندي

٢- وڪيف يدرڪ......الخ: ۽ ڪٿان لهندا سندس حقيقت ڪي اهي ماڻهون جي ستل آهن ۽ خواب ڏسي پاڻ ڪي خوش ڪري رهيا آهن؟

٣- اذالشمس ڪورت......الخ (ق) جڏهن سج ويڪيو ويندو.

٤- انا والساعة......(ح) مان ۽ قيامت جي گهڙي ائين آهيون جئين ڏسٽي ۽ وچين آڱر.

٥- انتم والساعة...... اوهين ۽ (قيامت جي) گهڙي هڪ صديءَ اندر آهيو.
٦- المؤمن مرآة المؤمن: (ح) مومن، مومن جو آئينو آهي.
٧- الدنيا سجن المؤمن: (ح) دنيا مومن لاءِ بنديخانو آهي.
٨- كن في الدنيا.....(ح) دنيا ۾ ائين هج جڻ تہ تاريو آهين يا واٽهڙو.
٩- ينظرون اليڪ.....(ق) توڏي نهارين ٿا حالانڪہ اهي نٿا ڏسن.
١٠- امن تذكر..... ڇا ذوسلم جي پاڙيسرين جي يادگيريءَ ۾ تون اکين مان ڳوڙها هاري رهيو آهين؟
١١- اللهم صل علي....اي الله برڪت موڪل ان تي جنهن جي ذات جوهر آهي.
١٢- اعيي الوري.....سندس رسول الله صہ جي معنوي ڪمال جي فهم ماڻهن کي ٿڪائي ڇڏيو، سو پري توڙي اوري ان ڳالہ ۾ ڪو بہ سواءِ گهٽيل جي نظر ڪونہ ٿو اچي.
١٣- منزه عن شريڪ... پنهنجي خوبين ۾ ڪنهن بہ شريڪ کان پاڪ آهي ۽ سندس حسن جو جوهراڻ ورهايل آهي.
١٤- اول الفكر..... فڪر خيال جي اڳيان آهي عمل جي پڇاڙي.
١٥- وما ارسلناڪ...(ق) ۽ نہ موڪليو اسان توکي مگر جهانن لاءِ رحمت ڪري.
١٦- وما كان.....(ق) ۽ الله انهن کي سزا ڏيڻ وارو ناهي حالانڪہ تون منجهن موجود آهين.

١٧- لهم البشري.....(ق) انهن واسطي خوشخبري آهي دنيوي حياتي ۾.
١٨- فاتبعوني...(ق) پوءِ منهنجي پيروي ڪريو تہ خدا تعالي اوهان ڪي پيار ڪري.
١٩- وڪل آي..... ۽ جيڪي معجزا نبين سڳورن آندا اهن، سي سڀ ڪين سندس (پاڻ ڪريمن جي نور ڪان مليا آهن.
٢٠- لئن شڪرتم....(ق) جيڪڏهن تحقيق اوهين شڪر بجا آڻيندا، تہ آءٌ اوهان ڪي وڌائيندس.
٢١- ولہ الحمد.....(ق) ۽ سڀ ساراهہ آسمانن ۽ زمينن ۾ سندس لاءِ ئي آهي.
٢٢- الحمديملا.... جيڪي زمين ۽ آسمان جي وچ ۾ آهي، سو سڀ الله تعالي جي حمد سان ڀريل آهي.
٢٣- اهل المعروف...... دنيا ۾ چڱائي جا صاحب، آخرت ۾ پڻ چڱائي جا صاحب آهن.
٢٤- والذين.....(ق) ۽ اهي جن ڪي علم ڏنو ويو آهي.
٢٥- ڪل يوم هوفي شان (ق) هر روز هو هڪ (نئين) شان ۾ آهي.
٢٦- ورفعنا لڪ ذڪرڪ (ق) ۽ اسان تو لاءِ تنهنجو نالو بلند ڪيو آهي.
٢٧- ڪل جديد لذيذ: سڀ ڪا نئين شيءِ وڻندي آهي.
٢٨- العلم بحر.....علم هڪ سمونڊ آهي ۽ علم جو علم موجون آهن.
٢٩- لهم ما يشاعون...(ق) سندن لاءِ ان ۾ (جنت) آهي،

جيڪي اوطلبين ۽ اسان وٽ اچا ٻه وڌيڪ آهي.
٣٠- لايموت فيها...(ق) نڪي انهيءَ مرندو نڪي جيندو.
٣١- ڪل ماقدر يڪون.... جيڪي ڪي تقدير ۾لکيو ويو آهي، سو اوس ٿيندو.
٣٢- من صمت نجا.... جو ماٺ ڪندو، سو ڇوٽڪارو پائيندو.
٣٣- لاتيئسوا.....(ق) الله تعاليٰ جي رحمت کان نااميد نہ ٿيو.
٣٤- اوفوا....(ق) توهان مون وارو واعدو پاڙيو تہ آءٌ اوهان جو واعدو پاڙيان.
٣٥- من احب شيئا.... جيڪي ڪنهن شيءِ کي پائيندو آهي تہ هر هر ان جو ذڪر ڪندو آهي.
٣٦- الدنيا جنت الڪافر: (ح) دنيا ڪافر لاءِ باغ آحي.
٣٧- من لبس... جيڪو هن دنيا ۾ پٽ پهريندو سو آخرت ۾ نہ پهريندو.
٣٨- فاذڪروني اذڪرڪم (ق) مون کي ياد ڪندا تہ آءٌ بہ اوهان کي ياد ڪندس.

# شجره طريقي نقشبندي مجددي لواري شريف

حضرت سيدالڪونين، محبوب رب العالمين سيدنا محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وآله وسلم
حضرت اميرالمؤمنين وامام الاصدقين سيدنا ابوبڪر صديق رضہ.
حضرت شيخ المشائخ حافظ انجيل والفرقان خواجہ

سلمان فارسي رض
حضرت متفقہ عالم خواجہ قاسم بن محمد بن ابوبکر صديق رض
حضرت مظهر اطهر خواجہ امام جعفر صادق رض
حضرت سلطان العارفين خواجہ شيخ بايزيد بسطامي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ ابوالحسن خرقاني قدس سره
حضرت شيخ خواجہ ابو علي فارمدي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ يوسف همداني قدس سره
حضرت شيخ خواجہ عبدالخالق غجدواني قدس سره
حضرت شيخ خواجہ عارف ريو ڪري قدس سره
حضرت شيخ خواجہ محمود الخير فغنوي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ علي عزيزان قدس سره
حضرت شيخ خواجہ محمد بابا سمامي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ سيد مير گلال قدس سره
حضرت شيخ خواجہ بهاؤالدين نقشبند قدس سره
حضرت شيخ خواجہ يعقوب چرخي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ عبيدالله احرار قدس سره
حضرت شيخ خواجہ محمد زاهد قدس سره
حضرت شيخ خواجہ درويش قدس سره
حضرت شيخ خواجہ امڪنڪي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ محمد باقي دهلوي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ احمد امام رباني مجدد الف ثاني قدس سره

حضرت شيخ خواجہ محمد سعيد سرهندي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ عبدالاحد سرهندي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ محمد حنيف سرهندي قدس سره
حضرت شيخ خواجہ محمد زکي سرهندي قدس سره
حضرت شيخ ابوالمساکين خواجہ محمد ٺٽوي قدس سره
حضرت سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان صاحب اللواري قدس سره
حضرت مخدوم شهيد خواجہ عبدالرحيم گرهوڙي قدس سره
حضرت محبوب الصمد خواجہ گل محمد قدس سره
حضرت غوث عالم خواجہ محمد زمان ثاني قدس سره
حضرت قطب کبير خواجہ محمد حسن مدني قدس سره
حضرت امام الاولياء خواجہ محمد سعيد مکي قدس سره
حضرت امام العارفين خواجہ احمد زمان قدس سره
حضرت پير بادشاهہ خواجہ گل حسن قدس سره
حضرت راحمي بادشاهہ خواجہ پير حاجي فيض محمد قدس سره
حضرت پير طريقت، صاحب شريعت، قطب الارشاد خواجہ
پير محمد صادق نقشبندي مجددي جن ان مسند ارشاد تي هن وقت جلوه افروز آهن.

# سنڌي بيت
# (الف - ب وار)

(١)

اتر وڃ چمڪي، ڏکڻ ٿيو اهاءِ
هنيڙو مون باغ ٿيو، جهوپي منجهہ نہ ماء
ساقي سرڪ پيار، عقل مون کي اهک ٿيو.

(٢)

اتکل اکڙين، وڃي پيئي لاڪ تي
ڪارو ڪين پسن، لوڪ مڙو ئي لاڪيو.

(٣)

آتي رات اٿي ڪري، پيرڻ پيريو جن،
ڪاپو سندو تن، اڻ توريوئي اگهيو.

(٤)

اداڙي آخوند !، مار م معصومن کي
جي وٺي هئي ڪا توم، سندي برهہ بوند
هئين نہ مارين هوند، ملان معصومن کي.

(٥)

اڪ ابتي وار، سبتي سور پرائيو
هٿي ڏانه ڪيم نهار، سڄڻ ريسارو گهٽو

(٦)

اڪ پريان جي اڪ م، جنين پاتي اڪ
سڄڻ گڏئو تن کي، هيا مڙيئي مڪ.

(٧)

اڪ پريان جي اڪ م، پيهي ويئي اڪ
ماٺو اهوئي پانئيان، هيا مڙيئي مڪ.

(٨)

اکڙيون ملير ۾، جنين راتو ڏينهن
اجاري اڃا کيا، نيڻ تنين جا نيهن
عمر ڪندو ڪين ءَ، انين آسائتن سين.

(٩)

احمد سوئي احد ٿيو، وئو ميم وڃان
"انا احمد بلا ميم"، سيو فرق فنا.

(١٠)

اجرديءَ جي جوڙ، جن سري سي سون ٿئا،
عقل مٿي اورئين، ڪرن سندا ڪوڙ
وحدت سندي ووڙ، ڪوڙيئن منجهان ڪو ڪري.

(١١)

اجهو ريءَ الله، ڪونهي ڪو قرين جو
بيهر ساريان ڪيئن، جو تون مور نہ وسرين.

(١٢)

اڃان سي آهين، جن لنئاٽو لعل ڪيو،
سوڍا جي ڪاهين، تہ ڪکوري ڪاڪ وهي.

(١٣)

اڃان سي آهين، جي سزا وار سگن جا
ويٺا وڃائين، جي سامي تون سٽين.

(١٤)

اڇن جي اوطاق، مون ساريندي سپرين
مون جهڙي مشتاق، ڏسيو لاهي ڏڪڙا

(١٥)

الله وڏو وير، پورو لوڪ نہ ٻجهٽو
ڪرين پياري ڪير، سڄڻ چاڙهي سورئين.

(١٦)

الله ڪارو اُوجرو، محمد نور نبات
نور صفاتي سوجهرو، ذات نسوري رات

قادر قدرت اهڙي، جئن درياه واهڙ وات
هت نہ آهي کنهن جي، ڏاتر سنڌي ڏات
هماءُ هميشه حب ۾، وسيءَ کانگ کجات
ڏينهان مگن ڏات، مهل مڙوئي رات
ڪرهو توبه تات، وهون اڳي، پٽ پوئيان
(١٧)
انگ سيئي سفرا، جڏهن لکيائون
تڏهن ڪنه هت ڏنائون، قلم ڪابڻ جو.
(١٨)
اسين جتان آئيون، تتي ڪک نہ پن
توڙي ڪين نہ ان، پڻ وهہ وهہ سين گڏبا
(١٩)
اسين جتان آهيون، تتي کهنبوناهہ
عمر جي وهانءِ، ماتم ويئي مارئي.
(٢٠)
اڪ وڻ جي ڦلڙي، ميوا بيد وٽن
جنه پڙي ۾ نہ پيا، سو سائو ڪين وئن
(٢١)
اوڏو تي الف ڪي، نسبت نهاريج
منجهيون تڻ ٽاريج، جنهہ ۾ ساهڙ سوجهرو.
(٢٢)
اونده اميدن ۾، نامرادي نور
سانگ سسي جو سور، وڃ تہ ويراڳي ٿيين.
(٢٣)
اونداهي ۾ سوجهرو، نبيءَ نشاني
تارا يار رسول جا، سچا صمداني
ماٺهن من ماني، عاشق علم ڪوڏيا.
(٢٤)

آهي عبداللطيف تي، رضامندو رحمان
پڙهيائين پريت مان، باري جو بيان
جوڙي جنهن قرآن، سنڌي ۾ صحيح ڪيو.

(٢٥)

آيل بلوچن جا، اهج پنج آهين
اَئي اوچڻ انگرين، بڪئي ماني ڏين
پاڙو ٻوهين نہ پانهنجو، سام سسي پائين
ڪاڻ نہ ڪيڻ سکيا، پرناتو نباهين
سخن نہ سڪائين، پاڻيءَ وڳهي پانهجو.

(٢٦)

آيو وقت امام جو، پڌر سونهي سڪ
احمدي انعام سين ، لڳي محبت لڪ
" ماسمعنا بهاذا " ، انڌا منجهہ اٽڪ
جهنگ ڪامي پٽ ٿيو، لٿي چوران لڪ
منديءَ متي تڪ، پسو سيئي پاڳ ۾.

(٢٧)

آيو وقت امام جو، آيا ڏکن سندا ڏينهن
راجا ڦري راڪاس ٿيندو، منڊين نہ وسندا مينهن
ڪڌهن ڪڌهن شيهنهن، ٿيندا سلامي سهن جا.

(٢٨)

ايي عاشق ڪي، سوري سڌ ڪري
جي نالو ڄڌو نينهہ جو، تہ ڪڻ م پير پري
سسي ڌار ڌري، پڇج پوءِ پريتڻو

(٢٩)

بي عقل سين بات ڪري، پنهنجو آب م هار
ساٿس " عبدالرحيم " چئي، ڳڌجي ڪيم گذار
جي نہ سرئي ڳڌ گذارڻ ريءَ، تہ ..............؟
سائي سپر ڌار، جا ڪوڙين ڪانہ جهلي.

(٣٠)
بي عقل باتن سين، سپ تن ساڙيندو
جي نہ ماريندو، تہ ڏنيندو ڏيهن کي
(٣١)
بجر ڪاٺا، وڃي وجهينس گهاٽا
نہ ڇٽندس توبون، نہ ليندس ناٽا
(٣٢)
ٻانهي ويئي جنڊ تي، سائڻ سڏ ڪيوس
اٺو جنڊ رهيوس، ڇوھہ ڇلندي آئي
(٣٣)
ٻڙي ! ٻانهہ م لوڏ، ڇوري ابيتين سين
هل م تن سين هوڏ، جي هليون ڪوهياري ڪوڏ پئي
(٣٤)
ٻيڙيءَ جي ٻهڦور، منهنجو ڇت ڇريو ڪيو
انهين بوءِ عطور، سهسين سوري چاڙهيا
(٣٥)
ٻلي جائي مارئي، جنه مارو ملهائيا
ستيءَ سامائي، ٻڌا موڙ ملير ڪي.
(٣٦)
تتر ڪرڙي اپ ۾، منڌ م پاٽي وڄ
پول مڙيئي پڇ، آيو گر گرهوڙ ۾
(٣٧)
تڪ ڏين توحيد ۾، وجهلن وصالت
مون جيڏيون ملير ۾، ڪين ماڪي معرفت
پرتيان پنهواريون پين، شربت شريعت
هادي حقيقت، مولا مون ڪي ميڙيين
(٣٨)
تون راٺو آءٌ مومل، وڇان سڳ وٽت جو

ساءِ تنهنجي سپرين، گولي ٿيان گل ڦل
تو بنا ڪر هل، ڪوڙي ڪم نہ اچي هيڪڙي
(٣٩)
تونهاري ٿي تڳان، نات نہ ليان هوند
منه ڪاريون مون ڪتيون، تنهنجي منه محمود
وڏيس مان وجود، نات ڪين سڃاڻي ڪين ڪو.
(٤٠)
تون پڻ عيبن ساڻ، پيهي وڃ پرينءَ ڏي
بنا ساجن سپرين، ڪيئين لهنديئي ڪاڻ
پيهي وڃي پاڻ، پئو تون پيش پرين جي
(٤١)
ٽورا ڪيئي ٽورا، مون تي ميهر يار جا
تر ۾ واري ٽورڙي، تنهہ ڪان بہ گهڻيرا
آءُ ڳڻي ڳڻيندس ڪيترا، ميهر يار سندا
هي ڪميني ڪير آ، جو پوري پئي پرين سان
(٤٢)
پارانيا پرين جا، ڪر ڳل ڪيبنداءِ
حب هر ڏيئي ڪاتيون، هي هي ڪر م هاءِ
ڪنه جيو تہ پاءِ، پير پريان جي پڙ ۾
(٤٣)
پاڳون پٽن سنديون، گل ڦل گجراتا
آبا آدسين جا، واحد وڃايا
گيڙو گودڙين جا، خالق خوار ڪيا
پيپون ٽلڪن ٽوپيون، ٿيا ملان مردودا
مڪو مدينو مشڪ سين، پرين پر ڪيا،
واحد وڏو ئي ڪئو، عز عرفاتا،
مهدي ايندو ملڪ ۾، ٿيندو هل هڳاءُ
سٽي سيئي سيف سين، ڪهندو ڪفارا

دعويٰ دور نگن جي، ويندي ملڪ وڃان
. ٿيندو صاف سفا، ملڪ تنهن معمور سين
اهم آس اها تہ، مهدي ٿيندس ملڪ جو،
اهم آس اها تہ، سيف سٽيندس ڪل تي
(٤٤)
پاسو پٽ نہ ڪوڙيان، وير وئندي سين ءَ
ناحق ڪسن ڪينءَ، فرزند بيبي فاطمه جا
(٤٥)
پاڻ وڃائڻ، پر جڏڻ، اي قلندري ڪولاب
گل جي بوءِ گلاب، ڏيگار يندو ڏيه ڪي.
(٤٦)
پاڻ هوئڻ، پرين پسڻ، اي خامي آهي خيال
مرڻ داران مشاهدو، محبتين محال
پر مرڻ گهرجي معنوي، ظاهر آهي زوال
"مو توا قبل ان تموتو !"، من ماري تن محو ڪيو
(٤٧)
پڃاٺا پرين، هنيون ڪجاڙو ڪاءِ
ڪلهي پايو ڪينرو، ڳڻ پريان جو ڳاءِ
(٤٨)
پسڻ ڪارڻ پانهجي، ٿي سچيائي اک
اندر ٻاهر پانهجي، سونه سيائي لک
مري جنه ۾ مک، پرين تنهين جي پاند ۾
(٤٩)
پري ٿي پنوهار، مون ۾ تو مڇ ٻري،
سٽي سور تنوار، متان ڇلين ڪان ڇيهون ٿيين !
(٥٠)
پرين پسڻ، پهو ڪٽڻ، اي تان ڏئوئي ڏوهہ
سا ڪتي ڪندي ڪوهہ؟ هوت جنه جي منج ۾

(٥١)
پرين پلايون ٿا، عيب ڏسيو ڳڻ ڪن
تون ڪيئن سندو تن، ديوانا در مٿئين.
(٥٢)
پرت ٻڌي ڳالهڙي، پرت پروڙي ڪير؟
جنه اي سجاتو سير، اسم ان پروڙيو.
(٥٣)
پرت پروڙڻ ڳالھ، سمجھڻ شڪ سهي ڪري
ڪين سڃاڻي ڳالھ، جان جان چکو نہ چکي.
(٥٤)
پروڙيم پريت جڏھ، نرت پيم نيھ جي
راٺي اھا ريت، جيئن ڪهي قريبن ڪي
(٥٥)
پير پريان جو جيڏيون، جڏيندي جيڪا
وندر جي واٽن تي، مرن ماري سا
ڪيچ نہ پهتي ڪا، آريچاڻي انس ري
(٥٦)
پيرين پري سپ ڪا، تون ويئي ڪٿج وڪ
سندي ساڄن سڪ، پنڌ پاسي پر نبري
(٥٧)
پيهي پس الله، نامرادي نجهري
چتو رباني راھ، مرادن مخفي ڪيو
(٥٨)
پريان سندي ڳالهڙي، مر منجهيئي هوءِ
ٻڌائيندي ٻين ڪي، کھڙو ڪاڄ سندوءِ
هن ٻہ ڪين ڏٺوءِ، هيڏانھ پڻ هورو ٿئي.
(٥٩)
پڙهيو سڀ وسار، وسريو الف ياد ڪر

ناحق ڪيم نهار، پنا پيا پرين لئي
(٦٠)
پريون مٿي پير، من سگي ساٿيھ کي
ڪنهن سياڳي وير، ماڳ ملندي ماريئَ
(٦١)
جان حاصل حال، تان صوفي جم سڏائين ؟
ڪونهي تنين قال، وٺون جن وڃائيون
(٦٢)
جان پانيئن جوڳي ٿيان، پسان پرين کي،
ثابت رهہ شريعت تي، تن طريقت ڏي،
آديسي ان ري، ڪونہ رسي ڪابول ڪي.
(٦٣)
جا عالم کي انڌار، سا سامين مٿي ساهہ ڪان
عالم علمين پار، جوڳين ڪم جهل سين
(٦٤)
جا جاڳائي جوڳئين، سا ماٺهن مصيبت
سامين سور صحت، پور پيا پروڙين جي.
(٦٥)
جان جان آهن جوءِ ۾، تانکي ساٿن اور
ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهہ ۾، پاڻ مٿائن گهور
ويا جي هنگلور، ڪرم ملندي ڪاپڙي
(٦٦)
جان جان سو نہ لهن، جنهہ ڪارڻ جوڳي ٿئا،
تان تان ڪاپڙين، ورهہ وهامي راتڙي.
(٦٧)
جي پاڙي سپرين، تان مون کي منه گهٽا
توڙي باهہ لگڙي، توڙي لوڻ ڪٽا.
(٦٨)

جهڙا منه مهاند، تهڙا پٽيرا پرين
ڇا پاسي ڇاپاند، سپ ڪيڏاهين سامهان
(٦٩)
جنهن ڪن توپاياڪوڏمان، تنهن ڪي ڪجاڙو؟
ماٿس ستاڙو، پٿس نالو ڪين ڪي.
(٧٠)
جنهين پانئيو پاڻ ڪي، هڏهن ڪري ڪين
اهڙائي مسڪين، در لهندا دوست جو
(٧١)
جت پرت نہ آهہ، تت طالع ناهہ ڪو
هوئڻ سين وڻاءِ، تن مبارڪ من ۾.
(٧٢)
جن سڄاتو سپرين، پرت پيتائون
لائون لڏائون، ساءُ چکيائون سڪ جو.
(٧٣)
جن دل لائي دل سين، سي سدائين سرها
جهڙا تازي پٽ تي، تهڙا هيٺ هليا
جي واڳون وات ويا، تہ پڻ هنج حبيب جي
(٧٤)
جنت جاءِ تن جي، جي وحدت منجهہ وٺا
ڏاهن ڪي ڏور ڪبو، پورن پال ڪبا
ملان سپ مرندا، عنقا جي اثبات سين
(٧٥)
جنين سڄي سڪ، ڪڏهہ چکي چت سين
سي بنا بسمل جا ٿيا، "لا" سين لٿين لڪ
تن بابوئن بيٺڪ، ائو پهر الف ۾
(٧٦)
جي تون عشق آٿين، تہ ڪينهي حراما

" موتوا قبل ان تموتوا "، علامت عشقا
اهي آب حلال ٿيو، مطهر مردودا
نهر نگئو نور ٿئو، سالڪ سچا را
عقل کي عشق سين، هوا هزارا
وٺت وڃارا، سرت پئا سيڪڙو
(٧٧)
جي مون سنري سنرا، جي مون روندي رون
آءُ م هئان ان ريءَ، اوءِ م مون ري هون
(٧٨)
جي مون سنري نہ سنرا، نہ مون روندي رون
آءٌ م هئان ان سين، اوءِ م مون سين هون
(٧٩)
جي هڏ ڪائي ڪير، ماس مٿاهون چاڙهيان
تہ مڃي ڪينءَ ملير، ٿيان ڪاريائي ڪانڌ جي؟
(٨٠)
جي گيڙو رنگ رگائين، اي مختلف ويس
الٽو وڃ عام سين، وير وساري ويس
ڪهڙو ڪريين ڪيس، جو پريا پيهي آئيا؟
(٨١)
جيڪر آءٌ جيان، تہ پٽ پرهيان سومرا
پاٽي پٽاشن جو، پايو پوچ پيان
ڪائي ڪاچ خوشيءَ مان، ماهہ پڻ مچايان
پر ڪارڻ ٻن ڏينهان، ٿي لاهيندي لڄ مران
(٨٢)
جيڪر ڪريان دانهہ، چوندم لوڪ چري ٿي
لوچيو پوچيو سمهان، ڪلهي پايو بانهہ
هي من ڪريان ڪانهہ، جو هٽي هوتاٽي وٺا
(٨٣)

جيڪس ڪي ڪيام، اوڳڻ اباڻن سين
تيلاهہ عمر ڪوٽ ۾، ها، تي پھر پيام
مارو ٿر ٿيام، اَءٌ ٿي نير نجھران
(٨٤)
جئين ٿو پرين تون ڪرين اَءٌ جي ڪريان اينءَ
تہ نالو سندو نينه، وري ڪانہ ڳنندي ڪڏهين
(٨٥)
جوڳي پنهنجي جوءِ ويا، ٿا جھڙ جئن نيڻ جھمن
سخن سميئڙن جا، هنيڙي منجھہ هرن
سجو موت مگن، اٿ ڪنا آرام لاءِ
(٨٦)
جوڳيڙا جڳ ديس ڪي، وساري ويئا
پرت ۾ پيئا، تيلانه طعنا تن تي
(٨٧)
جو ويس جيڏاهين، تنهہ ويڙ وجي ڪونہ ڪو
ڪنڌي ڏنائين، سي ڪڻ ڪاهوڙين تڪيو
(٨٨)
جو منهہ ڏنو مون، ڪومنهہ قريب نہ تنهہ جو
منجھہ اپين ۾ پون، موران تان نہ مياءِ سو
(٨٩)
جت ويا جاڏي، تي وات نہ سونهان تاڏي
هي سٽي ڪرڳل ڪيچن جو، تن تانگهي تاڏي
سجڻ منهہ ماڏي، ڪر تہ ڪاهل نہ ٿيان
(٩٠)
جي تون ڪالهہ مئي، تہ ڪالهين گڏينءَ پرين ڪي
مئن جي مقام ۾، اها ڳالهہ هئي
ڪڏهہ ڪانہ سئي تہ ڪا سگهي گڏي سجڻين
(٩١)

جان مقابل تاڻ، کمنه سين ڪرن ڪين ڪي
شادي ۾ شاڪر گهٽون، غمي ۾ صبر ساڻ
نڪو سود نہ سول ڪو، نڪو ويڌ وڌاڻ
جيڪي ڪري مون ڏٺي، سوئي جاڻن جاڻ
اهڙو جن پرياڻ، تن سير سيوئي ڪيو.
(٩٢)
جاڻ وجان تاڻ، ڪيرت راهہ گم ڪيو
ان در متي " مگريا " !، پاڻ م ڪٽج ساڻ
روجهاڻي راجاڻ، آهي ابوجهن جو
(٩٣)
جتون وحدت وٽراهہ جو، چاڳلو چاڪر
لڳيس لالچ مر، ڪوفي ڪڙم مڪ جو
(٩٤)
جتا جوڏس جنڊ ڪان، اڇا جهڙا ڪير
سرها ڪتوريان گهٽون، اگرا ڪان عنبير
ڳرا ڌرتي جهڙا، مٿا ماڪئون مير
مهڙا لهي وزير، هينئڙا اورچ ان سان
(٩٥)
جوندي هوءِ نہ جڪن، تون ڪوهہ ڪمنديائي ڪيري تئين ؟
لعنت هوءِ لکن، تون ڪوهہ رحمت راضي نہ رهين ؟
(٩٦)
جريو سو لوڪ، جو جرين ڪي جريو جوي
جرين ڏٺو سو ٿوڪ، سهيان سکن جنهن ڪي
(٩٧)
جپر ڏيهہ سندون، قسمت ڪينجهر آئيا
وهڻ وهہ ٿيون، هت سانگائتا سپرين
(٩٨)

ڇني هن ڇپر ۾، ٽوٽيون هڏ ۽ اڏ
جڏهن جهونڊءِ لڏ، تڏهن پنڌ ٽينڊءِ اڙانگيون ،

(٩٩)

حجت ڇڏي هل، من ماري ميڻ ڪر
انهين پر اڪمل، دوس گڏبوءِ دادلو.

(١٠٠)

خدا سچاڻڻ سڙو، پاڻ سچاڻڻ ڏک
تان تان ڪجهه مسک، جان جان پاڻ سچاڻي نه لهين

(١٠١)

دو ساٽيءَ دربار جا، ڦريا پسو ڦير
جن حضوري هير، ڪر تغيرون تن سين !

(١٠٢)

توئي ماڇي اڪيون پاڻيون جان نه ڪجن
سي ڪينءَ پرين پسن؟ جل ڪجل اڪين ۾

(١٠٣)

توئي ماڇي اڪيون، جڏهن پاڻياڻون
تڏهن ڏٺائون، پرين پاڻ اڪين سين

(١٠٤)

توتي سيڪا پاڻئين، تہ ٽيا موچاري،
پرين جا پاڙي، سا اڻ توتي آوڙي.

(١٠٥)

ڏڙهه ڏونگر ۽ ڏيهه، وڃن وري وسائيا
مون منجهارا ڪيهه، ڪنهه وڏي پارڻ نڪري.

(١٠٦)

ڏس نہ سندي ڏو ٽيين، نڪو ڏيهه سندون
پري ڏيهه ٽيون، جت پير ناهه پکيءَ جو

(١٠٧)

ڏنو ور وارو، مون جڏيءَ ڪي جيڏيون
سرئم سونهارو، ميوو ڪل ملڪ جو

(١٠٨)
ڏونگر جوٽيءَ سپرين، آڏا سيل سڄڻ
سي ڪينءَ پرين پسن؟ نيهہ جنين کي ننگ جو
(١٠٩)
ڏينهن ڏٺي جڏ ڏيهہ، کسڪ تہ خلل نہ پوي
وهم وساري ويهہ، ٻڌ توڪل جو ترهو
(١١٠)
ڏسان تہ مران، مران تہ ڏسڻ نہ ٿيي
هاڻ ڪيئن ڪريان، مران ڪ ڏسان پرين کي
(١١١)
ڏکٿان ڏٺو چنڊ، اتر تي عيد ٿي
جهڙيو ڦڙيو جنڊ، ڳجي ٿو گرهوڙ ۾
(١١٢)
رند رحمت رسيا، عجب اهڃاڻان
اگڻ آهيڙين جا، ونهيا وڻاڻان
خاڪي خوءِ سنديان، لڪي لوڪ نہ سگهيا
(١١٣)
رهي مٽئي سير، سر ۾ سهو ۾ ڪن،
ڏٺي ونو ڪير، ڏٺي ڏتاري ڇڏيا
(١١٤)
زلف ضعيف ڪياس، ڪا ڪل قريبن جي
پسڻ سين پيياس، نامراديءَ نجهري
(١١٥)
سپون هون سمنڊ ۾، سمنڊ نہ سپن پون
هوءِ جي همہ هون، تن الف نہ اندر رکيو.
(١١٦)
سپ سلنديا ڳالهيون، الله جي آندا
ٿيندا هيڪاندا، ماروئڙا ملير ۾

(١١٧)

سيئي طالب سک جا، پر سک نہ سڃاڻن
جي سڳائي سورن جا، پائڻ سانگ سکن
سهک ساميڙن، جن سانگ وڃايا سک جا

(١١٨)

سڳر سوئي جاڻ، جن پاڻهي مون پروڙيو،
هيس منجھہ پاتار، پر پيءُ سڃاتم پانهجو.

(١١٩)

سڄي سور سناسيين، کڻي خوش ٿين
اِگھڙ کوڏيا کاپڙي، ستر ڪين سهن
اڻ تڻ اٿن نہ انک جي، "مگريو" چئي من
اوسر عيدون ڪن، ائي گوندر گڏيا

(١٢٠)

سڄڻ جنهين سات ۾، سو ڏسٽانئي ڏور
جڙن جي جانگور، آءٌ ٿي جئان جيڏيون

(١٢١)

سڄڻ جيڏاهين، ڪا تيڏاهين هٽ ڪٽي !
هٽين، مونين، پيٽ ۾، سران تيڏاهين،
مان ڪيڏاهين، ڪوڏوريندي ڏس پوي !

(١٢٢)

سڄڻ ڏٺو جن، تن ارٽ اولاٽي ڇڏيا
مونن مٿي هٿڙا، اکيون ڏانهہ پرين
توٽي ڪين ڪٽن، تہ بہ ڪانڌ تن جو ڪو ڏيو !

(١٢٣)

سر تيون سپن ڪان، سکو ريت سکڻ جي
اوڏي اوڏيائي نہ اچي، گھري آب مٿان

(١٢٤)

سندي دل دڙياهہ ۾، جان وياسون پيهي
نکو آدم نہ آدمي، نکي اسڻ ئي

وائي ٿي ويئي، ته هيڪو ئي هڪ ٿيو

(١٢٥)

سور م سلڻ سڪ، پدر اور م پرينءَ جا
هڏ ڪر ڪلُ مڪ، مر منجهيئي مات ٿي

(١٢٦)

سور جنين ڪي سريو، سري تن صحت
حبيباڻا هٿ، جا نڪيتان جڏن تي !

(١٢٧)

سوئي آندائون پاڻ سين، جيڪي ڪين نيندا
ڳرهيندي ڳوريءَ سين، سيئي سچ ويندا
هميشه هوندا، نياپا نيڻن سين

(١٢٨)

سوئي اوجهڻ انگريزن، سوئي ڪاڇ سندون
ڪفر ۽ اسلام ڪان، پري پير پئون
تتي واهيرون، جتي رات نه ڏينهن ڪو

(١٢٩)

سوئي سسي ڏي، سوئي جهلي خون ڪي
ويرا ڳين ويي، ڏکر ڏکاڻو ڪيو

(١٣٠)

سسئي سرتي جن سين، تنين پند پڇاءِ
مومل رتي مينڌري، ليلان لڏائياءِ
مارئي ملير ۾، ہرہر ہاڪوڙاءِ
ارنگين اداساءِ، آڏس اڏامن ڪاپڙي

(١٣١)

سسئي جي سمجهه سين، جان پروڙيم پاڻ
تان پنهون مون پنڊ هو، وجان هنڙم پاڻ
" ونحن اقرب اليه من حبل الوريد "، مون ۾ مون ساڻ
" وفي انفسڪم افلا تبصرو "، پنهجو پسنديس پاڻ

" وهو معکم اينما کنتم "، هر جاءِ توئي ساڻ
بلڪ اهوئي آهين، ظاهر باطن جاڻ
" اينما تولو افثم وجه الله "، سمجهه تنهجو شان
وجي جنهه گمان، سو سسئي آهي سڀ ڪو.
(١٣٢)
سڪ تنهجي سپرين، سهو تار تران
پر انهين لچ مران، جئن آءُ ڪکي تون ڪٿوري
(١٣٣)
سهٽي ساهه پرين پر، اورين پر آندام
من ۾ ميهارن جي ، قابو لڳيس ڪام
پئي ساهڙ سام، ڏکان جڻي ڏم جي
(١٣٤)
سوين موتي سپ ۾، ڪجهي ڪين مهاءِ
ڪکڙ آنو هوندِ ۾، سارو لوڪ گواهه
(١٣٥)
سو عاشق، سو معشوق، سو طالب، سو مطلوب
جوش جلايون جي، سچ وسندي تن ڪي،
(١٣٦)
ستي وٽ نه سومري، مٿو نه ڌو تائين
قيمتي ڪپڙا، اڇا نه اوڍ يائين
ملير ماٽيائين، ستيءَ سيل نباهيو
(١٣٧)
سر ڏيئي سٽ جوڙ، ڪنهه پر ڪلال سان
مرٽا منهه م موڙ، اي وٽي ٿي وڌ لهي
(١٣٧)
سر تان سي گهرن، جي واٽيندڙ وچ ۾،
اوڪين اور منگن، سر وجن سنپائيو.
(١٣٩)

سر هي سياري، کهڙي مٽي پاڻ ۾
هو جر پاتاري، هنجو هيج ٽرن سان
(١٤٠)
سر ڏني ساڃن ملي، هي تان ڪم سڃيهه
لک ٽورا ڳڻ ويهه، دل ٻہ دلالي ڏڃي
(١٤١)
سر سڪي سال ٿيا، هنج هريوئي پير
ڪنگ ويچارو ڪير، جو رسي ان رمز کي
(١٤٢)
سر ريءَ سر نہ سلٽا، عادت اي سندين
جن سر آندو سنوڪڙي، تني سر سلين
(١٤٣)
سدا جاليندي جر ۾، توکي ٿيا هن ڪنگ ڪساب
مڙيو موتين ڪان وڃي، تو جهنور لتاڙيو جال
سي ڪيئن لهن لعل، جن جي دل درن سان
(١٤٤)
شريعت شهر سندون، رهن طريقت تعلقي
تن اندر حقيقي اڱ ۾ ري، قدوسي تيلون
گلا ۽ غيبتون، اي سنگار سندون
مٽي وهہ ويلون، لڪي لوڪ نہ سگهيا.
(١٤٥)
شير شهادت رسيا، ماتم مسڪين
سرهو اهل سڄن جو، اجهي اميرن
يوسف جئن پسن، تابندي بيراڳي ٿيا
(١٤٦)
شير شهادت رسيا، ماتم مردودن،
هوءِ ٿا وصال وهسن، هن موت پسي ماتم ڪيو
(١٤٧)

شيشي صافي صاف سين، وٺتو ورن شراب
ڪي چون شيشو ناهه شراب، ڪي چون شيشو آه
شراب گذر ان گرداب، ڪوڙيين منجهان ڪولهي
(١٤٨)
صورت سڄي جام، جنين رهي روح ۾
گوندر تن غلام، سڪ تنين جا سيڪڙو
(١٤٩)
صورت ليلان لاءِ، معنيٰ ڪي محفوظ ڪري
قربان ٿي ڪاهه، جنهن لءِ ليلان لهرين ڏٺي
(١٥٠)
صائم سڪي جيئن، آذان جي آواز ڪي،
مون تن آهي تئين، ساڪيو سڄڻين
(١٥١)
صحبت سپرين جي، هي پڻ وڏي هاڃ
قضا ڪج نماز، وقت ورائڻ سٺرو
(١٥٢)
عشق اگهاڙيس جيڏيون، پڌر ٿي پياس
ههڙا تان نه هياس، پر ستر سڪ وڃائيو
(١٥٣)
علم اصل چار، پڙهي پڙهبو ڪيترو؟
ٻولي ٻڌڻ، دل پڄڻ، بدعتان بيزار
سرهو جنه سردار، تنهه جيلي چندا نه ٿئي.
(١٥٤)
عيب نه اڇڻ ڏين، مون ڪي مون پرينءَ
آڏا اکڙين ڪي، اپائي آهين
جي هوند پاسي ٿين، ته هن ڪاٺياري ڪاڻ.
(١٥٥)
عيبن سان ئي وڃ، پيهي در دوست جي
ٻول مڙيئي ڀڃ، ته سڪ ملن ئي سپرين.

(١٦٦)

غرض آڏو غير، آهي اکڙين کي
پنو صوفيءَ سير، جنهن غرض سڀ گوشي ڪيا.

(١٥٧)

فرض گذارج رب جو، ڪنه سين ڪج م مندي
جيڪي شرع ڪندي، سوئي مج متي اتي
هوڏ هلاڪ ڪندي، سوئي مج متي اتي.

(١٥٨)

فڪر فناجو تهڙو، جهڙو پاٽي ڪماندا
جوڳي جاٽ ويا، اڪيون ڏيئي آڻ هوند ۾.

(١٥٩)

ڦوڙائي فراق جو، قدر ڪونجڙين
هئو پڻ ماتڙن، پٽ جنين پرڏيهه ويا.

(١٦٠)

قلندر قال اندر ڪئو، ٻاهر نہ ٻولي
حقيقت هولي، لايائون لاهوت ۾.

(١٦١)

ڦوت ڪڙاياڪاپڙي، سچ چڪيائون ساءُ
فنا ۽ فراق جو، آين آب اهاءُ
ماري تنهن منجهانءُ. تئا سناسي سنرا.

(١٦٢)

ڪاڇيلاٽا ڪاپڙي، ڏيکڻ سين ڏيکيام
ڪڏهن ڪين گڏيام، اهڙي موج ملڪ ۾.

(١٦٣)

ڪاڪ ڇڏيائون ڪنڌ تي، پين پنڌ پري
تنهن کي مومل ڪيئن ڪري، جي لڏائي لنگهي ويا.

(١٦٤)

ڪارون ڪج قريب سين، ڪهين بار ڪٿيج
ڪسب ڪج معدوم جو، اسم عين پسيج

ماٺهو مڙئي مٽ پدي، ضعيفن ڪرم ڪريج
مٿي دعوت حق جي، هنجن جئن هليج
نيزي ڪنا نينه جي، ڪنڌ م ڪڍائيج
بخاري سريج، سهوئي سهڪ ٿيي.

(١٦٥)

ڪڏهم ايندم ڪانڌ، اوچتو ئي اديون!
پيٽ مٿانرا پاند، تيلهه ياريو ياريان.

(١٦٦)

ڪربلا ۾ ڪوچ ٿيو، لائون لهن شير
پر جڻ ڏيئي پير "گهوٽ ڪٽي گهر آئيا.

(١٦٧)

ڪرڙا ڏونگر ڪيچ جا، جت جبل گوناگون
اتي "عبدالرحيم" جئي تنگ تنوارون پون
جن پير سجاتو پرين جو، سي نڪي رون نہ چون
اي سپ هوند مٿي هون، لاڳاپا لوڪ جا.

(١٦٨)

ڪرڙ پڪا ۽ پال، جني سڪونت سچ ۾
واحد ڪر وصال، تن برن ۾ بدوين جي.

(١٦٩)

ڪڙو منو مئنڌرا، سهو آءُ سڪياس
منو ميڙائون تو پرين، ڪڙي جنهہ ڪياس
رتي علم نہ راس، نرمل! تنهنجي نينهہ ري.

(١٧٠)

ڪڪوريو ڪوهيار، چپر جنبون پيئيون
وئو سپ وٿڪار، پريو ٻول ٻروچ جو.

(١٧١)

" ڪن في الدنيا ڪانڪ غريب "، ڪه نہ ڪن ڪرين؟
مجڻ مرڪين لوڪ سين، پري ڪين پرين!

(١٧٢)

ڪوڙن ڪانيرن، سرهو سر لڄائيو
آتي آتيرا ڏيو ڏتئا دانهون ڪن
رليو روهہ وچن، ان هيٺائي ڪان هنجهڙا

(١٧٣)

ڪنين ماضي من ۾، ڪنين استقبال
سچ پروڙيو جوڳين، جنين هٿ ۾ حال

(١٧٤)

ڪون ڏٺو سون ڪڏهين، سور هيہ سياٽو
گهورون ڏئي گهٽن ۾، گهمي جيئن گهاٽو
پاٺهي تا جاٽو، تہ سوب صرفي نہ ٿئي.

(١٧٥)

ڪونهي سو ڪو هيار، جو تو پوري پانيئو
وجود ئي وٽڪار، وري پچ ويئين ڪي

(١٧٦)

ڪنہ جنہ ڪيف ڪڪوريا، جئن پرئا پٽن
سجڻ ٻاٽي اٺ جئن، مجي ماس نہ ڪن
توڙي وس جرن، تہ پڻ رت نہ رتي جيترو

(١٧٧)

ڪي نيڪ، ڪي بد، هي ان ٻنهي ڪنا رد
ڪا پڙي انهيءَ قد، وڃن واحد سامهان

(١٧٨)

ڪين قبولج ڪا پڙي، گذر ڪيو گذران
علي جو ميدان، سڪر سناسين ڪي

(١٧٩)

ڪنڌو پيئي ٻڪرا، ويئي منجهہ وٿاڻ
اوجتو پرياڻ، آهين ڏڻ ڏٿين جو

(١٨٠)

ڪوڙين ايا ڪيترا، وڃيو سر سچين
پاھت نہ پوي سڄڻين، تہ وڃيل ورائي ڏين
(١٨١)
رب تسي جڳ رئي، سيئي ڪاج سرن
رب رئي جڳ تسي، لکڻ هنڌ نہ لين
(١٨٢)
ڪوءِ ٻيريين ٻن ٻور، ڀٽي ياڳا نہ چري
سائي پئيءَ سور، رکيو آهي روجھڙيءَ
(١٨٣)
ڪيريون، ٻيريون، ٻائريون، جنجا ڪکن سين ڪوندا
آهر ان هوندا، گندا غريبن جا
(١٨٤)
گولن گاڏو سپرين، ڪو ڏوئي ڪوفن
سي ڪينءَ پرين پسن؟ جنڪ جني ڪي جان جو
(١٨٥)
گوهر گل محمد جا، دليءَ دماما
"الهم صل علي محمد"، آيا اماما
(١٨٦)
گرجني جا گپٽا، چيلا ڪيئن چڙهن
انڌا انڌن گڏيا، ٻئي کڏ پون
(١٨٧)
گھٽو تان گھٽائي، تنهنجو تورو پر توري جھڙو،
آءُ ڪا اهڙيائي، جا تنهنجي توري ڪي تورو جوان
(١٨٨)
ڳتين ڳالهڙئين، پرين پنهنجا نہ ٿئا
جان جان مال نئين، تريءَ تڪاٿو نہ ڪئو
(١٨٩)
ڳورا ٻئي پار، هورو پار نہ هيڪڙو

وهان تہ ويرم ٿيي، نينهن ۾ پوءِ نهار
وجان تہ واڪو ٿئي، پاڙي پوءِ پچار
هتي وعدي جي وار، هتي سوٽو ڏينم سر تيون
(١٩٠)
ڳڙ ڳالهين نہ سڃاپي، جانسين ڳڙ نہ کاءُ
جي اٿئي سڪ پسڻ جي، تہ لاڳاپا سپ لاهہ
پوءِ سامي سلنداءِ، ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي
(١٩١)
" لاايمان لمن لا محبة له "، محبت گهوٽ گهرن
" الايمان بين الخوف والرجا "، انهيءَ پر پرن
وچ ۾ خوف اميد جي، ساميڙا سهڙن
پختا پورب جا ٿيا، رضا راهہ سندن
محبت ميٺ گهرن، ٿيا ملاقي محبوب جا
(١٩٢)
لاڳاپا هن لوڪ جا، جڏهہ جهڏيا جن
تڏهہ ڏٺو تن، ڏونگر وارو سپرين
(١٩٣)
لنءُ تنهين سين لاءِ، جنهہ لنءُ لڳي لعل ٿئين !
هئي مين لنءُ م لاءِ، متان ڪس لڳي ڪارو ٿئين
(١٩٤)
لوڪ لهوارو لڏيو، اوپر آديسين
سجڻ سنيون ڪن، لوڪ ليکي ونگيون
(١٩٥)
لوئي لاڳاپن، ننگ نهوڙيس جيڏيون
پاٽان وڌيس پٽ تي، لاهي لاڳاپن
ڪوڙن آسانبن، مون ڪي ساٽان ڪاريو
(١٩٦)
لکين لاف هڻن، پسڻ ڪارڻ پرين جي

ڪوڙين ڪيترا تا، ڪنڌا اهلون ڪن
ڏسان ڪير ڏين، جوڙي جيءُ پرين تان
(١٩٧)
مارئي نالو مڙس جو، پسڻ عورت آهه
پاهيوپاهي پاڻ ڪي، رچڻ روح لاءِ
(١٩٨)
ميان موتي آءٌ، ٻگها ٻاٻاڻن جا
سي پانڌيڙا پرتاءِ، جي لڙيا لواري سمهان
(١٩٩)
مٺو مگي لوڪ، ڪڙو مگڻ ڪاپڙي
جنين ڏنو دوس، سي موران مگڻ ڪين ڪي.
(٢٠٠)
مگر محبت ٻاريو، خلت خليلا
نفي ۾ نمرود جي، نفي نمرودا
(٢٠١)
محبت مور م مٽ، جڏ م سير سڪڻ جو
وٽت جي وٽڻ جي، ڪڏهين قلب م ڪٽ
لنءُ جي وات م لٽ، لنءُ ري حيف هئڻ ڪي
(٢٠٢)
محبت جنهه جي من، اچي ڪري اوطاق
چوڏس ڪري چاڪ، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي
(٢٠٣)
محبت ۾ "عبدالرحيم" جئي جڙ لڳي جيائين
لڳيءَ وارو نه لهان، ڪوهيارو ڪيائين
هي جڙ اسان ئي ڪ لڳي لوڪ سپ ڪهين
(٢٠٤)
محبت وڏو مان، پرت پروڙڻ ڏاڪڙو
سندو سگ سلطان، اچي اتان آجي ٿيان

(٢٠٥)

مرجع منهنجي من جو، وڏو ويسارو
ڀٽ اباڻي ڏيهہ جو، گهري ئہ تارو
ڀر ٿو جنھ ڀارو، سو مور نہ پسي معرڪو

(٢٠٦)

مرجع هن ميئن جو، اصل حال عدم
سندو ڪرم قدم، لڳو ڪينجهر ڪنڌيين

(٢٠٧)

مزو معرفت جو، جڏهين پيٽ پيو
رنگ رڱن جهليو، جسي جشن ڪيو
ماٺهو مولا ڳڌيو، تهري ٿان ۽ ٿيو
وڏو سڏ ويو، لٿي ڪرهہ قلوب تان

(٢٠٨)

مون ڪي پڇ م ماءُ، ڳالهيون ڪنڀ ارٽ جون
نڱيو بت گهران، روح رهاٽي ڪن سين ؟

(٢٠٩)

مون ڪي پڇ م ماءُ، ڳالهيون ارٽ ڪنڀ جون
سهيسين سڄ وٺا، سورج منجهن هيڪڙو

(٢١٠)

مون ڪي مون پرين، ميرو ڏسي نہ مٽيو
پرين ڀلائي ۽ پانهنجي، تا عيب ڏسيو ڳڻ ڪن
تون ڪيئن سندو تن، ديونا در مٽيئن

(٢١١)

مهر منجهارا ماءُ، اکيون رويو رت ڪري
لالڻ لطيفاءِ، ڪهي محض ڪنگاليون

(٢١٢)

منهنجو ماهہ مجاز، پيجاري جئن پڇيو
ورد وظيفا وسريا، نڪا رهي نماز

هينڙو بحري باز، چوري ڪيو چنبن ۾

(٢١٣)

مٿي منهنجي تي هٿا، سسين لڪ هزار

هر هر ويم هيڪڙي، تنهنجي تند تنوار

(٢١٤)

ملان جو مارين، ڪارين ڪتا بين ڪي

حرف سو نہ پاڙهين، سور جئائين سرجيو.

(٢١٥)

ملان ڪاري ڪنب، پڇ ڦاڙيندء ڪپڙا

ورد وظيفہ ونب، ڌٽي ڌتاري جهڏيا

(٢١٦)

نا اميدي آجکو، جيجان جوڳيڙن

سناسي سمنڊ ۾، تنبي جهٽن ترن

سدا سک وسن، تارڪي تدبير جا

(٢١٧)

نہ تو پيتي سرڪ، نہ تو آئي جٽ

کهين تو انهن سان، جنين پيتا مٽ

(٢١٨)

نہ سا آهي ڪامٽي، نہ سونر نالوس

سائو ورڪ وٺاڻ ۾، وهسڻ وڃ ٿيوس

نہ آهس ان اندر ۾، ماءُ پيءُ منڌ نہ ڪيوس

لالچ نہ آهس لقمين، ڪاءُ تون ڪاڃ سندوس

ست پڻ سونهي ڪامٽي، قلب ڪيهر جهوس

(٢١٩)

نهاريندي نيڻ، اوڏاهين انڌا ٿئا

سکي ڏٺائون سيڻ، مڄي موچارا ٿئا

(٢٢٠)

نڪمن جي نجهري، اڪميو ٿي آجيج

جان اڪا سين اثبات ڪي، تان نفي روح رکيج
پهرين ڪنڌ ڪاتيج، پڇج پوءِ پريتڻو
(۲۲۱)
نڪو جن جهان ۾، نڪو آهي نانگ
نڪو مرون جهنگل ۾، نڪو اهڪ اڙانگ
جڏيو سسيءَ سانگ، تہ ملڪ مڙوئي ماڪي ٿئو
(۲۲۲)
نا اميدي اَڄڪو، عدم اوتارون
ڪفر ۽ اسلام ڪان، پري پير پيون
تتي وا هيرون، جتي ڏينهن نہ راتڙي
(۲۲۳)
ويهي تير وساءِ، ساٿيهہ ۾ سڄڻ جا
سپر سور ڪندياءِ، مرڻ باس تہ مير ٿيين
(۲۲٤)
واسي وار نہ ويڙهيان، مر چڳن منجهہ چيڙهہ
هڙي حال حمير ! وري شال ويڙهہ وڃان
(۲۲٥)
وٽيءَ ۾ وهہ لار، ڪنهہ ڏجر وٽي ڏڪ ڪي
هوءِ جي مٺا يار، سي جيچ پاٺي چوريا
(۲۲٦)
وٿون جن وڃائيون، صوفي سالم سي
هاٿي تنين ڪي، ڏوري ڏوريان نہ لهان
(۲۲۷)
ويچاري ٿي وت، گهار نماڻن نجهري
انپر پونديءِ انت، دوساٽي دربار جو
(۲۲۸)
ويسر واندريون، وڌيون جن هٿن ۾
سي ڪٺن ٻانهڙيون، ڏيان ڪن ٻئن ڪي

(٢٢٩)

ور ڏيهه ويندءِ وسري ! ٿيندءِ ڪيچ قرار،
اڪيون ٿينديون انڌيون، سمهڻ ويندي سار
ڪيو تن قرار، جن وائي نه وات ڪا.

(٢٣٠)

وهه ونيءَ جي هٿ ۾، جڏائيءَ جو جام
پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي، سورهه ڪن سلام
حميرن حرام، عاشق اڃن اڃيا

(٢٣١)

وٺت واحد جاڻ، احد به نالو ان جو
سبق ان صراط جو، ڪهي ڪل قرآن
جت پرين ناهه پرياڻ، تت هي گڏيا دوزخي

(٢٣٢)

وسين تان وس، عالم لڳئي آسري
هاٿي ڪيم ترس، مندون مٿي آئيون

(٢٣٣)

ورسائي زحمت، جنهن ڪنهه پرين اڃٽان
لکن لائي هٿ، ڪين تون لاهوتي چگيان

(٢٣٤)

هٿن حاج وهه ٿي، نيٽن ننڊ حرام
مارو منهنجو جام، عمر جام ٻين جو

(٢٣٥)

هر دم حج پڙهين، ڪعبو پسن نه ڪاپڙي
سبق سو پاڙهين، جنهه ۾ حرف نه هيڪڙو

(٢٣٦)

هنج نه هيٺئي ذات، جو چلڙ ۾ چهنب هٽي
پاٻوڙي پير ڏري، لنئي سباجهي لات
پڪي پنهنجي وات، مناڙيو موتي چٽي.

(٢٣٧)
هر هر هوءِ پئو، رنگ فاقيري روح جو
ڪنهن جنهن پاهہ پئو، تئين رچي رنگ سڀ ڪنهين
(٢٣٨)
هلڻ ويرم هوءِ، شال ڪنهن جو ڪم پنيور ۾
پنڌ اڳي دل پوءِ، سور سنائو سرتيون.
(٢٣٩)
هن جڳ جوڳي جي ٿيا، تن جو اتي سين آرو
مارئو مهرن سان، ڪن پيٽ جو پارو
صبر جن سارو، سي لاهوتي لڏي ويا.
(٢٤٠)
هڪ جو هٽي هٽ ڪٽي، بئو جو جهلي گهاءُ
انهيءَ سور سماءُ، اهي جاڻن ٻہ جڻا.
(٢٤١)
هورن هنيون انهيون ڪيو، گوندر جهڏم گل
ليئي لاڳا پن جي، اتڪايو اصل
سبق پڙهہ سرير جو، جنهن ۾ حرف نہ هل
سچي محض سڪوت ۾، قلب جو کهڳل
جرئن جالي جل، ڳڻتيءَ وارا ڳور ۾
(٢٤٢)
هي وٹ هٽ نہ اڳري، بلندي بازار
دوساٿي دربار، انهيون سوپڻ سنهيون
(٢٤٣)
هيئان ڍنڍ مڃي مري، مٿان مهاٽي
ڪڻ ڪر پاٽي، تا انڌا مرن اڄ سين!
(٢٤٤)
هينئڙا هندو زال ڪئون، هڏم هيٺو ٿيءُ
پرت پيالو پيءُ، ماٺ ڪري پئو مچ ۾.

ختم شد

# اسان جا ڪجهہ ڇپيل ڪتاب

تفسير تنوير الايمان (ڏهہ جلد)
بهشتي زيور ڪامل جلد
فضائل اعمال (تبليغي نصاب )
شمائل ترمذي شريف
اسوة رسول اڪرم ﷺ
بخاري شريف جلد اول مجلد
خلفاء راشدين چار يار رضہ
تحفة الفقه ٧ حصہ مجلد
تذڪرة الاولياء
مخزن اخلاق
برڪاة الصلواة (اصل)
خطبہ جمع و عيدين عربي
نماز ڪامل
نماز مترجم
تحفة الاسلام
تحفة المسلمين
تحفة الواعظين
انيس الواعظين
قصص الانبياء
سرڪار مدينہ جا ڏهہ صحابہ رضہ
محمد رسول الله ﷺ
گلدستہ احاديث
(٤٠٠) احاديث جو مجموعو
موت جو منظر (اصل)
تنوير الاسلام
حضرت امير معاويہ رضہ
صد حديث
ميراث المسلمين
چونڊ ڪهاڻيون
قائده يسر القرآن
غدار اسلام
خطبہ جتوئي واعظي
خطبہ عثماني
خطبہ رسولي

خطبہ نڪاح
رڪن الدين
حضرت عبدالقادر رح
پٽ ڌڻي رح
سچل سرمست رح
قلندر لعل شهباز رح
بيدل فقير رح
حمل فقير رح
شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح
سلطان باهو رح
خواجہ غلام فريد رح
ذبح شڪار
٣٠ ٽيہ قصا
احسن القصص
يوسف زليخان (وڏو)
پرت نامو امروٽي رح
يوسف زليخان (ننڍو)
شهادت حضرت امام حسين رضہ
بهشت نامو
معراج محمد ﷺ
معجزات محمد ﷺ
اسماء الحسنيٰ
ٻهاڪا ۽ پروليون
قلبي اڄ (بادام ناتوان)
فلاح دارين
ادعيات دعا گنج العرش
صلاة تنجينا
ارشادات نبوي ﷺ
ديني معلومات
آئينه سڪندري ٻہ حصا
سنڌ بابت ڄاڻ
ڪافي بلي شاهہ
عبدالرحيم گرهوڙي رح
ننڍو ڪتاب